معياري ادب پيش ڪندڙ

ماهوار

# سُهڻي

ڊسمبر — ١٩٧٢ع

سال: ٣ نمبر: ١٢

ايڊيٽر
طارق اشرف

قيمت: ٢-٠٠ سال لاءِ: ٢٠ رپيه



SOHNI PUBLISHERS
F /45-750 WEST KUTCHA
HYDERABAD, SIND.

سهڻي پبلشرس
الهندو ڪچو
حيدرآباد، سنڌ.

# ترتيب



(سيئي حق ۽ واسطا قائم)


سيد سليم شاه قادري، شاهد پرنٽرز، صدر حيدرآباد سنڌ، مان ڇپرايو.

# ليکڪن جي طرفان....

▲ ادا طارق، اڄڪلهه سهڻيءَ جي سياسي ڪردار جي باري ۾ جيڪو بحث هلي رهيو آهي، تون انجو جواب نه ڏين ته چڱو ٿيندو. مان پانيان ٿو ته انهيءَ بحث مان رڳو قومي تحريڪ کي نقصان ٿيندو. ▲ مون پين ڏرين کي به ساڳي گذارش ڪئي آهي. مونکي اميد آهي ته هو به انهيءَ اجائي بحث کي نه وڌائيندا.

– تنهنجو **شيخ اياز**

▲ پيارا طارق، جيئي سنڌ، ناچاڪ نه هجان ها ته جيڪر تفصيلي خط لکان ها. پر في الحال هي به سٽون لکان ٿو . ▲ توتي احمد سليم ڏانهن لکيل خط جي باري ۾ جيڪي شخصي الزام هنيا ويا آهن، سي پڙهي مونکي سخت افسوس به ٿيو ۽ ڪاوڙ به آئي. چاڪ ٿيس ته هن درجي جي الزام تراشين بابت پنهنجا خيال تفصيلي طرح لکندس . بهرحال مونکي اميد آهي ته تون ان جي پارائين حرڪتن کي اهميت ڪونه ڏيندين ۽ ڪنهن به اهڙي ذاتي بحث ۾ نه پوندين. جنهن مان پنهنجي اعليٰ ۽ دوراندیشي وارن قومي مفادن کي نقصان پڄي . منهنجي خيال ۾ توکي وطن دوستيءَ جي سرٽيفڪيٽ جي ضرورت نه اڳ هئي نه هاڻ ٿي هئڻ گهرجي. توسان اختلاف ڪري سگهجي ٿو، پر توکي وطن دشمن سڏڻ توسان گهٽ پر سنڌي ادب ۽ سنڌي قومي جدوجهد سان وڌيڪ زيادتي ۽ ظلم آهي. ▲ باقي اصولي ڳالهين تي بحث هئڻ گهرجي ۽ اهو تمام فائديمند ٿيندو.

– تنهنجو **رسول بخش پليجو**

▲ ادا طارق، احمد سليم جي سهڻيءَ ۾ شايع ٿيل خط و ڪتابت بعد، سنڌي رسالن ۾ سهڻي رسالي ۽ تو بابت تنقيد ۽ تبصري جي جيڪا مهم شروع ڪئي ويئي آهي، ان بابت مان توکي مشورو ڏيندس ته تون ان ۾ جوابي ڪاروائي ڪرڻ کان گريز ڪرين ته بهتر ٿيندو. اهڙي ساڳي صلاح پين دوستن کي به ڏني آثر ۽ ڏيندس. اوهانکي ياد هوندو ته ڪجهه ڏينهن اڳ جڏهن پير حسام الدين راشدي ۽ شيخ اياز حيدرآباد آيل هئا، تڏهن هنن پنهي ۽ فاران هوٽل واريءَ

مجلس ۾ موجود پين دوستن محمد ابراهيم جويي صاحب، جمال رند
پڻ اوهان، مدد عليءَ ۽ پين سيني کي اهڙي گڏيل اپيل ڪئي
هئي. اميد ته اوهان انهن بزرگن جي اپيل تي توجهه ڏيندا ۽ اهڙو
ڪو ڪم نه ڪندا، جنهن سان سنڌي رسالن ۽ اديبن ۾ اختلاف وڌي.

**- غلام رباني**

▲ پيارا طارق، اسان سنڌين جي سڀ کان وڏي ٽريجيڊي اها آهي،
جو اسين پنهنجا دشمن پاڻ آهيون. اسين نسل ڪش ۽ هم جنس خور
آهيون. هڪٻئي جا ترا ڪڍڻ، هڪٻئي کي ڊاهڻ، هڪٻئي کي تباهه
ڪرڻ اسانجي فطرت آهي. اسين پنهنجي عمل سان دشمن جو ڪم
سولو ڪندا رهيا آهيون. اسانجون بيپناهه قوتون پاڻ ۾ ٽڪرجي
آهستي آهستي ختم ٿي رهيون آهن. ▲ ماڻ توکي هٿ ٻڌي عرض
ٿو ڪريان طارق، ته سهڻيءَ کي نسل ڪشيءَ جي چڪتاڻ کان
آجو رکجانءِ. سهڻيءَ کي ادبي ۽ سياسي آپگهات جو آکاڙو ٿيڻ نه
ڏجانءِ. ▲ هيءُ دؤر سنڌ لاءِ سِرُ ڏيڻ جو دؤر آهي. سنڌ کي
ڌارين جي قرمار، صنعتي، ثقافتي ۽ سياسي قبضي مان آزاد ڪرائڻ
ڪانپوءِ، ڌاڙهي پٽ رستي فيصلو ڪنداسين ته ان شاندار ڪاميابيءَ
۽ فتح جو تاج ڪنهنجي مٿي تي رکجي. ▲ مان هڪ دوست جي
حيثيت ۾ توکي عرض ٿو ڪريان طارق، ته اسانکي پڙهڻ لاءِ ادب
ڏيندو رهجانءِ، ادب، ۽ فقط ادب. اسانکي اهو ادب ڏيندو رهجانءِ
جنهن ۾ سنڌ لاءِ سِرُ ۽ ساهه ڏيڻ جو وچن ۽ پيغام هجي.

**- تنهنجو آهم جليل**

▲ پيارا طارق، سهڻيءَ خلاف چند ماڻهن جي هلايل مهم سنڌي ادب
لاءِ افسوسناڪ آهي. خاص ڪري هن وقت جڏهن اسانکي گڏجي
پنهنجي ادب، ٻولي ۽ روايتن کي بچائڻ لاءِ جتن ڪرڻ گهرجن.
مان سمجهان ٿو ته اهو سڀڪجهه ڪنهن وڏي غلط فهميءَ جو نتيجو
آهي. ڇا ائين نٿو ٿي سگهي ته اسان سڀ گڏجي، هڪ هنڌ ويهي،
هڪ ٻئي جون غلط فهميون دور ڪري سگهون؟ مخالفت ۾ الزام
مڙهي، رسالن جا صفحا ڪارا ڪرڻ ۽ جنگ ڪلائڻ کان بهتر ته ائين
ٿيندو ته اهڙي قسم جي بيان بازيءَ کان پاسو ڪيو وڃي. ▲ سهڻيءَ

سنڌي ادب ۽ سنڌي ماڻهن جي بي بها خدمت ڪئي آهي. انڪان ڪوبہ انڪار نٿو ڪري سگهي. منهنجو سهڻيءَ سان شروعاتي تعلق آهي. تنهنجون خدمتون ۽ قربانيون مثالي آهن. ذاتي طرح مونکي تہ ڪٿي بہ تنهنجي مٿان مڙهيل الزامن ۾ ڪابہ سچائي نظر نٿي اچي. بهرحال، هڪ غلط روايت کي جنم ڏيڻ کان تہ اهو وڌيڪ چڱو ٿيندو تہ ان وکوڙ ۾ پئجي ئي نہ. سنو ٿيندو تہ تون بيڪار ڳالهين جا جواب ڏيڻ بجاءِ، وڌيڪ وقت سهڻيءَ تي خرچ ڪرين ۽ پڙهندڙن کي اڃا بہ وڌيڪ معياري ادب مهيا ڪري ڏين.

– تنهنجو **قمر شهباز**

▲ سنڌي مخزن ۽ ڪتابي سلسلن ۾ اڄڪلهہ جيڪو سياسي بحث شروع آهي ۽ محب وطني ۽ غداريءَ بابت جيڪي ڪجهہ لکجي پيو، تنهن متعلق آءٌ اهو ٿي چوندس تہ هن دؤر ۾ اها ڳالهہ سنڌ ۽ سنڌي عوام لاءِ هاڃيڪار آهي، جو هن دؤر ۾ جڏهن سنڌين جو اعتماد نہ تہ سياسي ليڊرن ۾ ئي رهيو آهي ۽ نہ ڪي شاگرد اڳواڻن ۾، جيڪي پنهنجي اڳوڻي مقصد لاءِ جاري ڪيل جدوجهد سان سچا نہ رهي سگهيا آهن ۽ ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ پنهنجي مقصد کان ٿڙي چڪا آهن، يا ڪين ٿيڙايو ويو آهي. باقي رهيا وڃي اديب ۽ شاعر، جن ۾ عوام جون آسون اڃان بہ آهن، سي بہ اچي پيا آهن اجائي بحث ۾– آءٌ تہ سمجهان ٿو تہ بيان بازي ۽ جوابن جا جواب ڏيڻ کان بهتر آهي تہ پنهنجي مقصد جي ڪاروان کي اڳتي هلائيندا هلو، باقي ڳس جي ڏوڙ ڏانهن ڌيان ڏيڻ ۽ قافلي کي روڪڻ، خود اسان سڀني لاءِ هاڃيڪار آهي. بهتر تہ ائين ٿيندو تہ هرڪو مڪتب فڪر پنهنجي پنهنجي محاذ تي مضبوط رهي، جو منزل سڀني جي ساڳي آهي. جي سهڻي محب وطن نہ آهي، تہ پوءِ سمجهوتہ سهڻيءَ ۾ ۾ حصو وٺندڙ سڀ شايد محب وطن نہ آهن.

– **غلام نبي مغل**

# پنهنجي طرفان ....

## بنگلا ديش

▲ بنگلاديش هڪ حقيقت آهي، هڪ اٽوٽ انگ آهي، هڪ اڻ - مٽ سچ آهي. ڪيڏي نہ شرم جي ڳالهہ آهي تہ دنيا جي اڪثريت بنگلا ديش کي تسليم ڪري ورتو آهي ، پر اسين اڃا سوچيون پيا ، تہ بنگلا ديش کي مڃجي يا نہ. ٻئي پاسي مودودي ۽ جي چاڙتن ۽ سندس پٺ پرائي ڪندڙ اخبارن هاء ويلا مچائي ڏني آهي تہ: بنگلا ديش کي نہ مڃو، اسين بنگلا ديش کي نہ مڃينداسين. اسين مودودي ۽ جي چاڙتن کان پڇون ٿا تہ: اوهانکي ڪهڙو حق آهي جو اوهين اها ڳالهہ ڪريو ٿا، اوهانکي اهو حق ڏنو ڪنهن آهي؟ اوهانجي جماعت پاڪستان جي اُها جماعت آهي، جنهنکي عوام ٺُـڏي ڇڏيو، ۽ جنهنکي اليڪشن ۾ ذليل ترين شڪست ملي. جيڪڏهن اوهانکي ضمير هجي ها ، تہ اوهين پاڪستان جي عوام کي پنهنجي شڪل بہ نہ ڏيکاريو ها. پر اوهين مُنهن جا پڪا آهيو، عوام جي ٺڏي ڇڏڻ جي باوجود بہ اوهين پاڻکي 'عوام جا نمائينده' سڏائي ، عوام کي ڀرغلائڻ جي پوري ڪوشش ڪري رهيا آهيو. پر يقين رکو، اوهين نہ اڳ ڪامياب ٿيا آهيو، نہ هاڻ ٿيندا. ڇاڪاڻ تہ فتح هميشه حق ۽ سچ جي ٿيندي آهي، ۽ اوهين هميشه ناحق ڪندا آيا آهيو، ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ تہ اوهانجو پيشو آهي.

▲ جيڪڏهن اوهان ۾ ٿوري بہ انسانيت هجي ها، تہ سڀني کان اڳ اوهان بنگلا ديش کي مڃڻ جو نعرو هڻو ها . پر اوهين آهي ساڳيا آهيو، جنجي ڪري اوڀر پاڪستان، اولهہ پاڪستان کان ڇڄي ڌار ٿيو. اِهي اوهين ئي آهيو، جنهن 'الشمس' ۽ 'البدر' جهڙيون خونخوار ۽ ذليل جماعتون ناهي، بيگناهہ بينگالين کي لکن جي تعداد ۾ ڪُٺو ۽ ڪُهرايو . اڄ وري اوهين پٽين تي لکو پيا ـــــ البدر ۽ الشمس زندهباد. انهي ۽ نعري لکڻ کان تہ بهتر هو، اوهين لکو ها: قاتل، غاصب، ڦورو ۽ ننگ زندهباد. اوهين ڀل نعرا هڻو، پوسٽر هڻو، تقريرون ڪريو، اخبارن جا صفحن جا صفحا ڪارا ڪيو، پر بنگلا ديش هڪ

حقيقت بنهي دنيا جي نقشي تي آيري آيو آهي، اوهانجي مجڻ يا نه مجڻ سان ڪوبه فرق نه پوندو. درحقيقت اوهانکي بنگلاديش جي مڃڻ يا نه مڃڻ سان دلچسپي ڪانهي، اوهين فقط ملڪ ۾ گوڙ پيدا ڪرڻ ٿا گهرو. ڪير آهي، جنهنکي اها خبر ڪانهي ته اوهان مزورن کي اُياري هنگاما ڪرايا، اوهان پارٽ ۾ قيد ٿيل فوجي قيدين جي مائٽن کي برغلائي گوڙ ڪرائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. اوهان سنڌ ۾ ٻوليءَ وارا فساد ڪرائي ڪونڌر ڪُهرايا، اوهان ڪنڌ ڪوٽ ۾ شرمناڪ ڊرامو ڪرايو. هاڻ وري بنگلا ديش کي مڃڻ جو راڳ. اوهانجيون ملڪ سان دشمنيون شايد ڪڏهن به ختم نه ٿينديون.

▲ اسين صدر پٽي کي اهو يقين ٿا ڏيارڻ چاهيون، ته بنگلا ديش کي مڃڻ لاءِ پوري قوم تيار آهي، مودودي جي چاڙتن جي، پهچ عوام تائين نه، باڪ پتين تائين (پوسٽر هٽڻ)، اخبارن، ۽ ڪجهه ويڪو رسالن تائين آهي. بنگلا ديش کي انهيءَ وقت ڏي مڃڻ گهرجي ها، جنهن وقت هو اولهه پاڪستان کان الڳ ٿيو هو. بنگلا ديش پنهنجي خوشيءَ سان ڌارنه ٿيو آهي، کيس ڌار ٿيڻ تي مجبور ڪيو ويو. انهن پنجويهن سالن ۾ مسلسل بنگلا ديش سان ناحق ٿيا، نه بينگالين کي نوڪريون، نه انهن جي ثقافت کي فروغ، نه انهن جي زبان کي اهميت، انهن جو سچو پئسو اولهه پاڪستان جا سرمائيدار کائي وڃن. اڪثريت انهن جي، پر حڪومت انهن تي اولهه پاڪستان ڪري، ۽ اهي مودوديءَ جا چاڙتا سدائين انهن تي ڪفر جون فتوائون لڳائيندا رهيا، پوءِ به اُهي اولهه پاڪستان سان شامل رهن! آخر ڇو؟ ڇا هو اولهه پاڪستان جا زر خريد غلام هئا. اُهي پنهنجي رضا خوشيءَ سان پاڪستان سان شامل ٿيا هئا، مودوديءَ جي چاڙتن اوپر بنگال کي فتح نه ڪيو هو. ۽ جڏهن انهن سان اهڙيون عقوبتون ٿيون، ظلم ٿيا ته اُهي ڪيئن انهن سان گڏجي رهندا. پاڪستان ٺهڻ وقت اوپر بينگال وارا پنهنجي رضا خوشيءَ سان پاڪستان ۾ شامل ٿيا هئا، پر آزاد ٿيڻ وقت انهن 'آزادي جي جنگ' لڙي آهي، ۽ فتح ٿي پنهنجو ملڪ ورتو اٿؤن. اُتي جو عوام انهيءَ وقت جي حڪومت کان بيزار هو، جيڪڏهن اوپر بينگال

جو عوام اولهہ پاڪستان جو ساٿ ڏني ها، تہ بنگلا ديش وجود ۾ ئي نہ اچي ها، پر اتي جي ٻچي ٻچي بنگلا ديش جي فوج مڪتيباهني جو ساٿ ڏنو، جنهنجو اعتراف 'جنرل نيازي' پڻ ڪيو آهي. هاڻ جيڪڏهن اسين بنگلاديش کي نہ مڃينداسين تہ بنگلا ديش کي نقصان ڪونهي، نقصان اسانکي آهي. ڇاڪاڻ تہ بنگلا ديش هڪ حقيقت آهي، اسانجي نہ مڃڻ سان، انهن تي ڪوبہ خراب اثر نہ پوندو. آمريڪا چين کي اڄاتائين تسليم نہ ڪيو آهي، پوءِ انهيءَ سان چين کي ڪهڙو نقصان رسيو، خود آمريڪا ئي سڄي دنيا ۾ خوار ٿيو آهي. ساڳي حالت اسانجي بہ آهي. سڄي دنيا بنگلا ديش کي تسليم ڪيو آهي، فقط اسين رهيا آهيون، يا ڪجهہ عرب ملڪ، ايران، چين ۽ ترڪي. جيڪي پاڪستان جي ڪري نہ پيا مڃن، پر ڪيستائين، نيٺ اهي بہ مڃيندا، ۽ اسين ٻچڙا ٿينداسين.

▲ بنگلا ديش جي ڪري پاڪستان جي معيشت تي بہ تمام خراب اثر پيو آهي. سڻي، چانهہ، بانس، ماچيس ۽ ٻيون ڪيتريون شيون اوڀر بنگال مان ايندڙيون هيون، ۽ اسانجي چانور ۽ ڪپهہ جي وڏي کپت اتي ٿيندي هئي، هاڻ تعلقات نہ هئڻ ڪري اسانجي چانورن کي ڪو پڇي بہ نٿو، ٻئي پاسي، سڻي، چانهہ، ماچس ۽ بانس اسين ٻين ملڪن کان گهري اگهن تي وٺون ٿا. جيڪڏهن اسانجا پاڻ ۾ ناتا ٺهي وڃن، تہ اسانجي معيشت تي بہ سٺو اثر پوندو ۽ ٻئي پاسي جيترا گهٽ اڏينهن اسين بنگلاديش کي مڃڻ ۾ لائينداسين، آهي اسانکان ايترو دور ٿي ويندا. اسانکي گهرجي تہ اسين يڪدم بنگلا ديش کي مڃون ۽ اهو بہ فراغ دليءَ سان مڃون تہ ماضيءَ ۾ اسان انهن سان بيانتها ظلم ڪيا آهن، حق تلفيون ڪيون آهن. اسانکي نہ فقط بنگلا ديش کي مڃڻ گهرجي، بلڪ معافي پڻ گهرڻ گهرجي.

## غدار ڪير؟

▲ مودودي جماعت جي پُڇ لٽڪائو جماعت، جميعت طلبا جي طرفان سڄي سنڌ ۾ عام رستن تي وڏا وڏا پوسٽر لڳل آهن: 'غدار هندو نہ گهرجن.' اسين موجوده حڪومت کان پڇون ٿا تہ آخر انهن جي خلاف ڪارروائي ڇو نٿي ڪئي وڃي؟ آخر اسلام جي انهن

نام نهاد ٺيڪيدارن کي ڪهڙو حق آهي جو اهي محب وطن سنڌي هندوئن کي غدار چون ۽ کين سنڌ ڇڏڻ جون ڌمڪيون ڏين. سنڌ، اصل هندوئن جي آهي، سنڌي هندوئن جا ابا ڏاڏا صدين کان سنڌ ۾ رهندا اچن، پر اهي سنڌ دشمن، جيڪي ڪاله سنڌ ۾ آيا، سنڌ سنڌين بابي ڏاڏي جي ڪانهي، انهن کي آخر ڪهڙو حق ٿو پهچي ته اهي محب وطن سنڌين کي غدار چون. غدار اهي آهن، انهن بيگناه بنگالين جو عام ڪوس ڪرايو ۽ انهيءَ ڪوس ۾ ڀاڱيدار ٿيا هئا. انهن ئي سنڌ ۾ ٻوليءَ وارا فساد ڪرائي، اسانجي ڪونڌرن کي بيدرديءَ سان ڪونيو. جڏهن ٻوليءَ وارا هنگاما ٿيا هئا، هنگامن کان ڪجهه وقت اڳ سنڌ ۾ اهڙا پوسٽر هنيا ويا هئا، جن ۾ سنڌ جي نقشي ۾ خنجر هنيل ڏيکاريو ويو هو، ۽ انهيءَ مان رت وهندو ڏيکاريو ويو هو ۽ پوءِ انهن سنڌ ۾ رت وهائي ڏيکاريو. هاڻ وري انهن جيڪي پوسٽر هنيا آهن، انهي ۾، سنڌ جي ٿر واري حصي ۾ ڀالو هنيل ڏيکاريو آهي. ڪنڌڪوٽ ۾ شرمناڪ ڊرامو ڪرڻ کانپوءِ به انهن کي سڪ نه آيو، ۽ اهي سنڌ ۾ وڏي پيماني تي هندوئن جو ڪوس ڪرڻ گهرن ٿا، انهيءَ مان مقصد فقط اهو آهي، ته سنڌ ۾ هندوئن جي قتل عام سان، ڀارت ۾ هندو- مسلم فساد ٿين ۽ ڀارت جا فسادي مسلمان، ڀارت مان لڏي سنڌ ۾ اچن، ته جيئن سنڌين طاقت وڌي. موجوده حڪومت جيڪا عوامي به سڏائي ٿي ۽ سوشلسٽ به، انهيءَ کي هن معاملي ۾ خاموش رهي مودودي جماعت جي پٺ ڀرائي نه ڪرڻ گهرجي. ڪنڌڪوٽ ۾ مودودي جماعت جيڪو شرمناڪ واقعو ڪري ڏيکاريو، حڪومت انهيءَ ۾ نهايت ٿڌو رويو اختيار ڪيو، جنهنڪري انهن جي همٿ وڌي وئي ۽ اهي کليءَ طرح هندوئن جي خلاف پروپئگنڊا ڪن پيا. اسين موجوده حڪومت کي صلاح ڏيون ٿا، ته اهي مودودي جماعت جي ڇاڙتن جي خلاف سخت ڪارروائي ڪرائي. اسين اها ڳالهه هرگز برداشت نه ڪنداسين ته سنڌ جي اصلي رهاڪن کي، نقلي ۽ زوري ٿيل وارث سنڌ مان ڪيڻ جي ڪوشش ڪن، جيڪڏهن حڪومت هينئر ئي انهيءَ ڳالهه جي روڪ نه ڪئي ته مودوديءَ جا ڇاڙتا سنڌ ۾ وڏو فساد

ڪرائيندا، ۽ اسين سنڌي خاموش تماشائي ٿي نه ويهي ڏسنداسين.
اسانجي آڏو سڀ کان افضل سنڌ جي ڌرتي ۽ سنڌواسي آهن، جيڪڏهن
سنڌين جي خلاف انهن سازشن کي عملي جامو پارايو ويو ته سڀئي سنڌي،
سنڌ ن آڏو، رُڪ جي پٽ ثابت ٿيندا سين. اسانجي جوڌن، سرويچن،
سپوتن ۽ جوانن کي انهيءَ فتني جي خلاف اڳ ۾ ئي تيار رهڻ
گهرجي، جيڪي ملڪ جي امن امان کي تباهه ڪرڻ گهرن ٿا.

## اردو پرديش

▲ ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪري، 'اردو صوبو' ناهڻ جا سانباها
ته گهڻي وقت کان ٿين پيا، پر هاڻ باقاعده اردوبازن ڏهين ڊسمبر
تي ڪراچيءَ ۾ انهيءَ سلسلي ۾ ميڙ سڏايو آهي. ۽ 'اردو پرديش'
ناهڻ لاءِ عملي طرح سان ڪم شروع ڪيو ويندو. ڪراچيءَ کي
سنڌ کان الڳ ڪرڻ جون ڪافي ڏينهن کان ڪوششون هلن پيون،
۽ انهيءَ جي پٺڀرائيءَ ۾ نعپ جو هٿ آهي، هاڻ اهي نعپ جي
سهاري جي زور تي ئي اردوپرديش ناهڻ چاهين ٿا. اسان (ڊسمبر ١٧ع)
۾ بنگلا ديش نهڻ جا ڪارڻ ٻڌائيندي لکيو هو ته: اِهي ڪارڻ اڄ
به موجود آهن، سنڌ سان حق تلفيون ۽ زيادتيون اڄ به ٿين پيون، اهي
ئي ڪارڻ اڄ به موجود آهن، جن جي ڪري بنگلا ديش وجود ۾
آيو، جيڪڏهن اهي دور نه ڪيا ويا ته ڪو سبب ڪونهي جو
سنڌديش، پنجاب ديش يا ٻيا ديش نه ٿي پون. ته نه فقط اردو بازن
کي چڙ لڳي، پر حڪومت به انهيءَ ڳالهه جو نوٽس ورتو. پر هاڻ
کليءَ طرح سان اردو باز 'اردو پرديش' جو نه فقط نعرو هڻن پيا، پر
ڪراچيءَ ۾ ميڙ ڪوٺائين پيا. پر انهن جي خلاف ڪو ائڪشن نه
ڪنيو ويو آهي. اسان مان ڪنهن سنڌ ديش جو نعرو هنيو ته آهو پارت
جو ايجنٽ ٿيو وڃي، پر اهي اردو پرديش جي ڳالهه ڪن ته به
محب وطن. هاڻ سنڌ جي سي-آءِ- ڊي ڪٿي آهي؟ ۽ ڇا پئي ڪري؟
سنڌين جي خلاف ته يڪدم رپورٽون لکجيو وڃن، هتي خاموش ڇو؟
اردوبازن جي چوڻ مطابق سنڌي ته آهن ڪافر، جو اهي سنڌ ديش
جو نعرو هڻن ٿا، پر اهي ته مسلمان آهن، اِهي 'باب السلام' کي
ڇڏي 'اردو پرديش' ڪيڻن پيا نالو رکن 'پرديش' ته ڪافرانا نعرو

آهي. اتي اسلام خطري ۾ ڪونہ ٿو اچي؟

▲ اردو پرديش، سنڌ جي خلاف اردوبازن، نعپ، ۽ نام نهاد اسلامي جماعتن جي وڏي سازش آهي. هڪ پاسي آهي هندڪن جي خلاف هنگاما ڪرائڻ چاهين ٿا، ٻئي پاسي بنگلا ديش کي منظور ڪرائڻ جي ڪوشش جي خلاف عوام کي ڀڙڪائين پيا تہ ٽئين پاسي اردو پرديش ناهڻ جا منصوبا پيا ناهين، تہ جيئن هنگامن جو سلسلو جاري رهندو اچي.

▲ سنڌ آمر آهي. جڏهن کان دنيا وجود ۾ آئي آهي، سنڌ وجود ۾ آئي آهي. جيستائين دنيا آهي، سنڌ رهندي. آريا، عرب، ايراني سڀئي آيا ۽ ويا، سنڌ جتي آهي، اُتي ئي آهي، سنڌ، سنڌين جي آهي ۽ سدائين سنڌين جي رهندي. اردوباز سنڌ مان ائين ٽڙجي ويندا، جيئن اترپرديش ۽ آندرا پرديش مان. هتي سنڌ ۾ وفادار ٿي تہ رهي سگهجي ٿو، پر غدارن لاءِ سنڌ ۾ ڪابہ جاءِ ڪانهي.

## ريڊيو پاڪستان

▲ ريڊيو پاڪستان وارن سنڌ ۽ سنڌي زبان سان جيڪي ناحق ڪيا آهن، انهن جي خلاف اسان ايتريون رڙيون ۽ واڪا ڪيا آهن، جو قبرستان ۾ ڪريون ها، تہ شايد مردا بہ جاڳي پون ها، پر ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي اسان جي رڙين ۽ واڪن جو ڪوبہ اثر نہ ٿيو. ڪراچي ريڊيو وارا ساڳيو چينل نمبر ٢ تان سنڌي پروگرام پيش ڪندا آهن، جيڪو ڪراچيءَ ۾ ئي ٿو ٻڌجي. حيدرآباد ريڊيو تان سنڌي جي نالي ۾ اهڙو پروگرام پيش ڪجي ٿو، جيڪو ڪو ٻڌڻ ئي پسند نٿو ڪري. هتي جو ڊائريڪٽر چوڻ ۾ تہ سنڌي آهي، پر سنڌي زبان سان دشمنيءَ ۾ اهو اردوبازن کان بہ گوءِ کڻي ويو. اِهو بہ انهن سنڌي ڪامورن مان آهي، جيڪي پنهنجي منهن تي 'سنڌيءَ' جو نقاب پايو هلن، پر اندران ئي اندران سنڌ جي پاڙ پيا پٽين. انهيءَ سنڌي ڊائريڪٽر جي سببان سنڌ جو عظيم فنڪار 'صالح محمد شاهہ' ريڊيو کان الڳ آهي. انهيءَ جو ڪارڻ فقط اِهو آهي، جو صالح محمد شاهہ سنڌ ۾ بيحد مقبول آهي. حد تہ اها آهي جو جيڪو سنڌي پروگرام حيدرآباد ريڊيو تي مقبول ٿئي ٿو، اهو

بند ڪري ڇڏجي ٿو. ’جهڙا گل گلاب جا‘ انهن پروگرامن مان هڪ آهي، جيڪو سنڌ ۾ بيحد مقبول هو، پر اهو بند ڪيو ويو. جيتوڻيڪ انهيءَ پروگرام کي شروع ڪرڻ لاءِ هزارين خط آيا. حد ته اها آهي ته هاڻ حيدرآباد ريڊيو تان ڪڏهن به سنڌي زبان جي شاعر کي ’سنڌ جو شاعر‘ نٿو سڏجي، بلڪ سنڌيءَ جو شاعر سڏجي ٿو. ڇاڪاڻ ته ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي پاليسيءَ مطابق سنڌ فقط سنڌين جي نه، بلڪ ٻين نام نهاد قومن جو به سنڌ تي حق آهي.

▲ نئين فلم سنڌي منڙا شال ملن ۾ سنڌي جي عظيم انقلابي شاعر شيخ اياز جي وائي ’سنڌڙيءَ تي سر ڪير نه ڏيندو‘ جنهنکي سينسر بورڊ پاس ڪيو آهي، پر اها وائي ريڊيو تان نشر نٿي ٿئي. حالانڪ پنجاب جي شان ۾ چيل پنجابي فلمن جا قصيدا پاڪستان جي سڀني ريڊيو اسٽيشنن تان ايندا آهن. جڏهن ريڊيو پاڪستان تان: خطهءِ لاهور تيري جانثارون کو سلام‘ يا ’سيالڪوٽ زنده رهي گا‘ اچن ٿا، ته ’سنڌڙيءَ تي سر ڪير نه ڏيندو‘ وائي ڇو نٿي اچي. اها وائي ڪنهن طبقي يا ڪنهن صوبي جي خلاف ڪانهي. بلڪ پاڪستان جي هڪ صوبي لاءِ چيو ويو آهي ته: سنڌ تي سر ڪير نه ڏيندو. ڇا سنڌ تي جيڪڏهن ڪنهن ٻاهرين حملو ڪيو، ته انهيءَ جو دفاع نه ڪبو.

▲ اسانکي ته ايسيتائين به خبر پئي آهي ته پاڪستان گراموفون ڪمپني وارا اياز جي انهيءَ وائي جو ريڪارڊ ڏي نه پيا ناهين. ٻئي پاسي ڪافي وقت کان ’سنڌڙيءَ دا شهباز قلندر‘ پڻ حيدرآباد ريڊيو تان اچڻ بند ٿي ويو آهي. شايد حيدرآباد ريڊيو جي سنڌي ڊائريڪٽر کي انهيءَ تي به اعتراض آهي.

## جيئي سنڌ — جيئن سنڌي

— طارق اشرف

هڪ دؤر جو ماتم
رڄ
يادن کان انتقام
ماٺ ڪيان ته مشرڪ ٿيان...
پيار جا ناتا
آونهاري جي موڪل

# ڪهاڻيون


آمر جليل
پرويز جبين
ممتاز مهر
قمر وحيد
قبول ابڙو
محمود تيمور

## آمر جليل

# هڪ دور جو ماتم

هڪ نوجوان عورت ٽڪيٽ وٺڻ لاءِ دريءَ وٽ اچي بيٺي، ۽ هڪ مروڙيل پرس مان پيسا ڪڍڻ لڳي. سندس اٿيا وار ڳچيءَ تي اجرڪ ڪان ٻاهر لٽڪي رهيا هئا. اکيون اُداس ۽ اُجهاميل هئس. پاڻ ته، دل جو ڪنول ڪومائجي ويو هوس. منهن مان بي انتها مايوسي بکي رهي هئس. ڪيس ٻانهن ۾ پنجن-ڇهن مهينن جو ٻار هو. ڏهين ڏهين رپئي جا ٻه نوٽ ڪائونٽر تي رکندي چيائين، "روهڙي."

مون ڪيس روهڙيءَ لاءِ ٿرڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ، بچيل ريزگاري ۽ ڪجهه نوٽ موٽائي ڏنا. هن ڳڻڻ بنا پيسا ڪائونٽر تان کڻي ورتا.

چيم، "پئسا ڳڻي ڇڏ."

"ٺيڪ هوندا،" هن وراڻيو.

"تڏهن به،" مون ڳالهائڻ چاهيو، پر پوءِ منهنجي نگاهه جڏهن سندس آٻاڻڪي ڇهري تي پيئي، ته اُتيئي رهجي ويئي. دل سيني جي قيدخاني ۾ ڦٿڪي پيئي. منهنجو شعور ۽ لاشعور ڏونڌاڙجي هڪبئي سان ملي وري ڌار ٿي ويا. وقت وڌي ويندو آهي، پر پنيان ياد ڳيرين جا ڪيرٿر جبل ڇڏي ويندو آهي. ڪيس ڏٺم ته ڪيرٿر، پرنڌڙ جبل وانگر ڦاٿي پيو.

هوءَ جيڪڏهن منهنجي مقدر جي ڪاتب نه هجي ها، منهنجي حياتيءَ تي حاوي نه هجي ها، منهنجين ياد ڳيرين جي مالڪ نه هجي ها، تڏهن ڪيس هر گز سڃاڻي نه سگهان ها. اهڙي هيڻي حال ۾ هوءَ ڪنهن اوپري عورت وانگر ٽڪيٽ وٺي هلي وڃي ها، ۽ مان اوپري ڪلارڪ وانگر نصيب جو فريب کائي ويهان ها. ڪيس نظرانداز ڪري ڇڏيان ها.

هوءَ ڪائونٽر تان ڪنيل پئسا ۽ ٽڪيٽ پرس ۾ رکي، پليٽ فارم ڏانهن هلي ويئي.

روح اتفاق جي بڙڇيءَ سان گهائل ٿي پيو. مون پنهنجي ساٿي ڪلارڪ کي چيو، ”مان ٿوري دير لاءِ ٻاهر ٿو وڃان.“

ڪلندي پڇيائين، ”وري ڪنهن پاڇولي پٺيان پيو وڃين ڇا؟“

مون ڪيس جواب نه ڏنو. پليٽ فارم ڏانهن هليو ويس.

هوءَ ٽي اسٽال وٽ بيٺي هئي. چانهه جو ڪوپ هٿ ۾ هوس. مان پريان بيهي ڪيس ڏسڻ لڳس.

ٽن سالن کانپوءِ ڪيس ڏٺو هوم.

ٽن سالن ۾ هوءَ خزان جي علامت ٿي ويئي هئي. هوءَ ڪنهن دردناڪ گيت جي آلاپ وانگر اُداس، ۽ سُر سامونڊيءَ جي وائيءَ وانگر وياڪل هئي. گهڙيءَ ڪن سوچيم ته هوءَ شميم نه هئي، ٻي ڪا عورت هئي، پر اکين جي اُڪي سوچ کي تياڳ ڏنو. مون دل جي خالي ۽ ويران عبادتگاهه ۾ سندس ڇڏيل يادگيرين جي دونهي ڏانهن ڏنو. عبادتگاهه جي گنبذ مان مونکي منهنجي ئي هڪ گيت جي صدا آئي— ’دل اُجڙي، دنيا اُجڙي، اُجڙيو هي سنسار.‘ اُجڙيو مان هوس. محبت جي چوٽ مون کاڌي هئي. شميم جي تصور سان دل جي دنيا مون آباد ڪئي هئي. مان ئي هوس، جنهن پيار جي بازي هارائي، گيتن ۽ ڪويتائن سان اندر جي اُوسات اُجهائڻ جي آس لڳائي هئي— پر ناڪام، ناڪام، ۽ هر دفعي منهنجا گيت منهنجي اندر ۾ آڳ لڳائيندا هئا— ’مون ٻاهه برهه جي ٻاري آ، مون دل جي وستي ساڙي آ.‘ مان ڏکن جي ڏيهه جو واسي آهيان. اُداسايون منهنجو مقدر آهن.

پر شميم کي اُداس ڏسي اکين کي اعتبار نه آيو. هوءَ ٽي سال اڳ جڏهن يونيورسٽيءَ ۾ سوشيالاجي ۾ ايم. اي ڪري رهي هئي، تڏهن وقت ۽ حالتن تي حاوي هئي. هوءَ آدرشيءَ (Idealist) هوندي هئي. سموري سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ڪنهن ڇوڪري، يا ليڪچرار، يا پروفيسر تي اک نه ٻڌندي هئس. هوءَ ڳالهائيندي سڀني سان هئي، پر تمام رسمي ۽ رواجي نموني.

هوءَ مون سان منهنجن گيتن ۽ ڪويتائن تي ڳالهائيندي هئي— ڪڏهن يونيورسٽيءَ جي ڪاريڊارن ۾ بيهي، ۽ ڪڏهن ڪليل

ميدانن ۾ وک وک ڪٺندي. مونکان اڪثر هڪ سوال پڇندي هئي، 'تون رومانٽڪ شاعري ڇو ڪندو آهين؟' مان سندس انهيءَ عجيب سوال کي هميشه نظرانداز ڪري ڇڏيندو هوس. تخليقي عمل جي باري ۾ ڳالهائڻ کي مان خام خيالي سمجهندو آهيان. تخليقي عمل ۾ حالتن سان گڏوگڏ طبيعت جي لاڙي کي وڏو دخل هوندو آهي. پر هڪ دفعي مون شميم جي ان سوال تي، ته مان روماني شاعري ڇو ڪندو آهيان، ورائيو هوم، 'شميم، مون هڪ ڇوڪريءَ سان محبت ڪئي آهي. منهنجي محبت جي انتها اها آهي، جو مونکان اڳ تاريخ جي جنهن به دور ۾ ڪنهن مرد ڪنهن عورت سان بي‌انتها محبت ڪئي آهي، ته اُهو مرد مان هوس. مان محبت جي عظيم روايت کي برقرار رکڻ لاءِ هر دؤر ۾ ايندو رهيو آهيان، ۽ هر دفعي هڪ بيوفا عورت جي انڪار جي بڙڇي کائي مرندو رهيو آهيان.'

منهنجي ان مبهم جواب تي هوءَ مُنجهي پيئي هئي. مونکان ورجائي ورجائي ان ڇوڪريءَ جي باري ۾ پڇڻ جي ڪوشش ڪئي هئائين، پر مون کيس اهو چئي چپ ڪرائي ڇڏي هئي ته 'جيڪڏهن اها ڇوڪري منهنجي محبت جي شدت، منهنجي پيار جي سچائي ۽ چاهت جي چريائي محسوس ڪري نٿي سگهي، ته پوءِ يا ته هوءَ پٿر جي نهيل آهي، يا منهنجين آهُن ۾ اثر ناهي. مان اسڪولي ڇوڪرن وانگر پنهنجي هڪ طرفيءَ محبت جو اظهار نه ڪندس.'

ان کانپوءِ، هڪڙي ڏينهن جڏهن شميم مون سان آخري دفعو ملي هئي، تڏهن چيو هئائين، 'آدرشي اڪثر بدنصيب هوندا آهن، جو کين پنهنجي پسند جو ساٿي نه ملندو آهي. مان خوشنصيب آهيان. مونکي منهنجو آدرشي ساٿي مليو آهي. هو به مون وانگر انقلاب ۽ طبقاتي ڪشمڪش کان آجي معاشري جو حامي آهي. اسين ايندڙ آچر تي شادي ڪنداسين.'

هوءَ جڏهن مونکي ڇڏي هلي ويئي هئي، تڏهن مون پنهنجي ڊائريءَ ۾ لکيو هو، 'منهنجو معبود، منهنجي اندر جو عباتگاهه ويران ڪري، مونکان هميشه لاءِ ڌار ٿي ويو آهي. اڄ کانپوءِ ميران ٻائيءَ جا ڀڄن منهنجي دل جي پڇڻ جي شاهدي ڏيندا. اڄ کانپوءِ جيڪو

بہ دردمند دل وارو انسان ڪاشيءَ کان ڪالڪان تائين ميران ٻائيءَ جا ڀڄن ٻڌندو، مونکي ياد ڪندو.'

منهنجو معبود منهنجي سامهون بيٺو هو.

شميم جي هٿ ۾ چانهہ جو ڪوپ هو، ۽ هوءَ ڪوپ مان سپ سپ پيري رهي هئي.

مان سندس آڏو وڃي ويٺس. هن مونڏانهن نہ ڏٺو. سوچ جي صحرا ۾ ڀٽڪي رهي هئي.

مون آهستي سندس نالو ڪنيو، "شميم."

هن ڪجهہ اچرج مان ڪنڌ مٿي ڪري مونڏانهن ڏٺو. چهرو اهڙو اُداس هوس، جو سندس منهن مان ڪنهن بہ تاثر جو اندازو لڳائي نہ سگهيم. هوءَ اک ڇنڀڻ بنان مون ڏانهن ڏسندي رهي. مون سندس هٿ مان چانهہ جو ڪوپ وٺي ڪائونٽر تي رکيو.

چيائين، "توکي ڀرين نظر ۾ سڃاڻڻ مشڪل هو."

وراڻيم، "۽ مون ڪانسواءِ توکي بہ ڪو سڃاڻي نہ سگهندو."

آهستي چيائين، "وقت گهاٽو آهي."

چيم، "فقط ڪجهہ انسانن لاءِ — مون جهڙن لاءِ."

"نہ." وراڻيائين، "دير يا سوير، هرڪو ان گهاٽي ۾ پيهڙجي وڃي ٿو."

"مان توسان بحث نہ ڪندس." چيم، "جيڪي سوير ان گهاٽي ۾ پيهڙجي وڃن ٿا، سي مون وانگر مايوسيءَ جي علامت ٿي جيئن ٿا."

شميم غور سان مون ڏانهن ڏٺو. چيائين، "ٽن سالن ۾ تون ڪيترو نہ بدلجي ويو آهين!"

سندس هنج ۾ جهليل ٻار کي مون پيار وچان ڳل تي ٺڪي ڏني. ٻار کلي پيو. پڇيومانس، "پٽ آهي، يا ڌيءَ؟"

ٻار کي پيار ڪندي چيائين، "پٽ."

پڇيومانس، "نالو ڇا رکيو اٿيس؟"

ٻار کي مٺي ڏيندي وراڻيائين، "نالو اٿس— هيمو ڪالاڻي."

هڪ مسلمان ڇوڪري پنهنجي ٻار جو نالو هيمو ڪالاڻي

رکيا ايڏي همت ٻئي ڪنهن مرد يا عورت ۾ نه سنيران.
چيم، ”تون عظيم آهين، شميم.“
وراڻيائين، ”مان سنڌو درياهه جو وهڪرو آهيان. وهان پيئي.
هڪ ڏينهن غمن جي سمنڊ ۾ گم ٿي ويندس.“
پڇيومانس، ”روهڙيءَ ڪنهن ڏانهن پيئي وڃين؟“
وراڻي پڇيائين، ”تو ڪيئن خبر پيئي ته روهڙي پيئي وڃان؟“
وراڻيم، ”مان حيدرآباد اسٽيشن تي بڪنگ ڪلارڪ آهيان.
تو مونکان روهڙيءَ جي ٽڪيٽ ورتي هئي.“
”ته تون.... تون.“ هوءَ ڪجهه چوندي چوندي هٻڪي پيئي.
چيم، ”مان تنهنجي اڳڪٿيءَ جي بلڪل برخلاف سي.ايس.پي
آفيسر ٿي نه سگهيو آهيان.“
”مون اهو ڪٿي چيو هو. مون ته چيو هو، چيو هو، ته....“
هوءَ لفظن جي ڄار ۾ ڦاسي پيئي. ڪو جملو ٺاهي نه سگهي.
مون ڪجهه اچرج مان ڏانهس ڏٺو.
ٽي سال اڳ هوءَ جڏهن يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندي هئي، تڏهن
بيحد هوشيار ۽ چالاڪ هئي. ڳالهائڻ جي بلا هوندي هئي. جملا
ٺاهي ماڻهن کي منڊي، وجهندي هئي. هڪ ته سانوري سلوڻي، مٿان
جو اترادي لهجي ۾ ڳالهائيندي هئي، پاڻ ته دل تي راتاهو ڏيئي ڇڏيندي.
ڪيس ڏسڻ ڪانپوءِ مان ائين پائيندو هوس، ته جنهن مومل کي اکين ۾
الماس، ۽ مجاز جا انبور هئا، ۽ جيڪا دل وارن کي پڌا پاڻ هڻندي هئي،
سا مومل شميم کان وڌيڪ حسين ۽ گهوُرن سان ڳهائيندڙ نه هوندي.
هڪ دفعي يونيورسٽي لائبريريءَ ۾ ڪانئس پڇيو هوم، ’لطيف
سائينءَ جو سُر مومل راڻو پڙهيو اٿئي؟‘
وراڻيو هئائين، ’ها پڙهيو اٿم. ڇو؟‘
’ان سُر ۾ هڪ جوڳيءَ جو ذڪر آهي.‘
’آهي. پوءِ؟‘
’تو اهو جوڳي ڏٺو آهي؟‘
’ان سُر ۾ مومل جو ذڪر به آهي،‘ شميم پڇيو هو، ’تو
اها مومل ڏٺي آهي؟‘

وراڻيو هوم، ’ها شميم، مون اُها مومل ڏٺي آهي. ان مومل جو مجاز ڏٺو اٿم، جمال ڏٺو اٿم. مون ڪاڪ ڪنڌيءَ تي ديرو ڪيو آهي. فرق فقط ايترو آهي، جو هيءَ ويهين صدي آهي، ۽ مان اُهو جوڳي ناهيان جنهن تي نينهن جو جَڙاءُ ٿيو هو.‘

ان ڳالهه کي ٽي سال گذري ويا آهن. ان ڏينهن جڏهن کيس ڏٺم، تڏهن ائين محسوس ڪيم، ڄڻ مومل پنهنجيءَ ماڙيءَ کي ڊاهي، منجهس ماتمڪدو اڏيو هو. ڄڻ ته تاريخ جو عڪس ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو هو.

چيم، ”تو منهنجي باري ۾ هڪ دفعي هڪ رايو ڏنو هو.“

چيائين، ”مون توکي هميشه عزت جي نگاهه سان ڏٺو آهي.“

چيم، ”تنهنجو رايو منهنجي، ۽ منهنجي شاعريءَ جي باري ۾ هو.“

وراڻيائين، ”مونکي ياد ناهي.“

چيم، ”تو چيو هو، مان فرار وادي، يعني Escapism ۾ اعتبار رکندڙ هڪ روماني شاعر آهيان. تنهنجي فيصلي تي مون اڄ تائين راءِ زني نه ڪئي آهي.“

هن جواب نه ڏنو. مونکان نظرون بچائڻ لڳي. ڳالهه ٽارڻ لاءِ پڇيائين، ”ڪراچي ايڪسپريس جو ارائيول ڇا هي؟“

”ڪراچي ايڪسپريس اڄ اڌ ڪلاڪ ليٽ آهي.“ چيم، ”گاڏي اچڻ ۾ چاليهه منٽ پيا آهن.“

”چاليهه منٽ!“ هن بيچيني ٽي پڇيو.

چيم، ”منهنجي موجودگي جيڪڏهن توکي بيزار ڪري ٿي، ته پوءِ مان وڃان ٿو.“

مان وڃڻ لاءِ اُتان هٽي ويس.

شميم سڏ ڪيو، ”ترس.“

مان بيهي رهيس.

چيائين، ”پاڻ مُنجهين، ٻئي کي مُنجهائين، تون ائين ڇو ڪندو آهين!“

وراڻيم، ”مان ڪاڪ محل جي طلسم ۾ ڦاسي پيو آهيان.“

پڇيائين، ”شاعري ڪندو آهين؟“

”نه.“

”ڇو؟ “

”مونکي حصي ۾ محبت جي ناڪامي ملي آهي. مان پنهنجي مايوسي ڀين جي جهول ۾ وجهڻ نٿو گهران.“

هوءَ خاموش ٿي ويئي.

ڪجهه دير ڪانپوءِ چيائين، ”پاڻ چاليهه منٽ ڪٿي ويٺا هوندا سين؟“

مون وقت ڏٺو. چيم، ”هن وقت ٽڪيٽ ڪليڪٽرن جو ڪمرو خالي هوندو. هوءَ پرئين بينچ به خالي آهي. جتي مناسب سمجهين اُتي ويهون.“

گهڙي کن سوچڻ ڪانپوءِ چيائين، ”سامهون واري بينچ تي ٿا ويهون.“

مون بار سندس هنج مان وٺڻ چاهيو. چيائين، ”پيشاب ڪري اچايو ڪپڙا خراب ڪري ڇڏيندو. تون هيءَ اٽيچي کڻ.“

اسين پليٽ فارم جي آخري حصي ۾ بينچ تي وڃي ويٺاسين. بار هن هنج مان لاهي سيمنٽ جي بينچ تي ليٽائي ڇڏيو.

ڪجهه دير خاموش ويهڻ ڪانپوءِ پڇيائين، ”شادي ڪئي؟“

”نه.“

”ڇو؟“

”ڇو جو مان فرار وادي شاعر آهيان.“

چيائين، ”اهو جملو مون ٻه-ٽي سال اڳ چيو هو. مون وساري ڇڏيو. توکي ياد آهي. مان پنهنجو جملو موٽائي وٺان ٿي.“

ورائيم، ”تنهنجو جملو مون وٽ منهنجي سڀ کان عزيز ميراث آهي.“

اها ميراث مون ٻه-ٽي سال اڳ يونيورسٽي جي فنڪشن مان ميڙي هئي. فنڪشن ۾ سالياني مئگزين ورهائي ويئي هئي. ان ۾ منهنجا ڪجهه شعر شايع ٿيا هئا. شميم منهنجا شعر پڙهڻ ڪانپوءِ مونکي هٿ جي اشاري سان پاڻ ڏانهن سڏ ڪيو هو. پينڊال جي هڪ نويڪلي ڪُنڊ ۾ شميم چيو هو، ’تنهنجي شاعري سٺي آهي.‘

'مهرباني.'
'پر تنهنجي شاعري مقصد کان خالي آهي!'
'ڪيئن؟'
'تنهنجي شاعري انقلابي ناهي.'
'مونکي اهو ٻڌاءِ ته منهنجي شاعري روايتي آهي، يا جدت واري؟'
'مان فقط ايترو ڄاڻان ٿي ته تنهنجي شاعري انقلابي ناهي.'
پڇيو هومانس، 'ادب ۾ انقلاب جي معنيٰ ڄاڻين ٿي؟'
وراڻيو هئائين، 'مان ان موضوع تي ٿي ڪلاڪ لاڳيتو ليڪچر ڏيئي سگهان ٿي؟'
پڇيو هيم، 'ته پوءِ منهنجي شاعريءَ کي فقط روماني ڇو ٿي سمجهين؟'
'ڇو ته ان مان محبت جي اپٽار ٿي ٿئي.'
'جڏهن ڪنهنکي دل ڏني آهي، تڏهن اُن ٿي لکندو آهي،' چيو هوم.
'تو ڪنهنکي دل ڏني آهي؟'
'آهي هڪ اپسرا.'
'اپسرا سان پيار نه ڪبو آهي.'
'اپسرا سان پيار ٿي وڃي ته پوءِ؟'
کلي پيئي هئي. چيو هئائين، 'تون فرار وادي شاعر آهين.'
شميم جي ان جملي کي مون هيئين سان هنڊايو هو. ان جملي کي پنهنجي ذهن جي ميراث سمجهي ياد جي تهخانن ۾ لڪائي ڇڏيو هوم. شميم کي سالن کانپوءِ ڏٺم ته اهو جملو ذهن تي تري آيو.
شميم کان پڇيم، ”مان تنهنجي چوڻ موجب فرار وادي شاعر آهيان. مونکي ان جو اعتراف آهي. مونکي ان جو به اعتراف آهي، ته مون زندگيءَ کان شڪست کاڌي آهي. تون ته آدرشي اصولن جي هئينءَ. پوءِ تو ڇو زندگيءَ کان شڪست کاڌي آهي.“
هڪدم ڇرڪ ڀري پڇيائين، ”تو کي ڪيئن خبر پيئي ته

مون شڪست کاڌي آهي؟“
چيم، ”مان تنهنجين اکين ۾ ماتمڪدو ڏسي سگهان ٿو.“
هن جواب نہ ڏنو.
شميم گهڻو اڳ پنهنجي آدرشي (Ideal) ساٿيءَ جي باري ۾ ٻڌائيندي چيو هو، ’مان اهڙي شخص جي منتظر آهيان، جيڪو انقلاب ۽ طبقاتي ڪشمڪش کان آجي سوسائٽيءَ جو حامي هجي.‘
۽ انهن ئي ڏينهن ۾ شميم ۽ هڪ سياسي ليڊر جي باري ۾ چوٻول هليو هو. هو سياسي جلسن ۽ شاگردن جي ميڙ ۾ تقريرون ڪندو هو. هن وٽ لفظن ۽ جملن جو جادو هو. اسان جڏهن بہ کيس ڳالهائيندي ٻڌو هو، تڏهن متاثر ٿيڻ کانسواءِ نہ رهي سگهيا هئاسين. هو انقلاب ۽ طبقاتي ڪشمڪش کان آجي سوسائٽي جو قائل هو. هن ۾ هر اها خوبي هئي، جيڪا شميم پنهنجي آدرشي ساٿيءَ لاءِ سوچي هئي.
مون شميم کي چيو، ”غم ۽ خوشي لڪائڻ ناممڪن آهي.“
”شايد.“
”تون اها ناهين جنهن کان مان ٽي سال اڳ يونيورسٽيءَ مان جدا ٿيو هوس.“
”مان اهائي آهيان.“
”زندگيءَ ۾ عظيم خواهش جي تڪميل ڪانپوءِ، تو وانگر ڪو بہ اداس ۽ ويڳاڻو نظر نہ ايندو آهي.“
هوءَ مونکان نظرون بچائڻ لڳي. پري، پولار ۾ نهارڻ لڳي.
صبر جو سمنڊ ازلي عذاب جي ايذاءَ کان ٿڪجڻ لڳو. مون کان رهيو نہ ٿيو. اهو ڄاڻندي بہ تہ عورت جو پيار هڪ دفعو حاصل نہ ڪرڻ ڪانپوءِ، سموري زندگي ان عورت جو پيار ملي نہ سگهندو آهي، مون چيو، ”مون توسان محبت ڪري عيوض ۾ زندگيءَ جي هيڪلائي قبول ڪري ورتي آهي.“
شميم کان ذري گهٽ ڇرڪ نڪري ويو، اچرج وچان مون ڏانهن ڏنائين. پڇيائين، ”تون مون سان محبت ڪندو آهين؟“
”ها.“ ورائيم، ”هڪ محبت اهڙي بہ هوندي آهي، جنهن جو اظهار نہ ڪبو آهي. اها محبت عذاب وانگر اڪيلي سر پوکجي

پوندي آهي.“

”پر .... پر....“

”ڇاڪاڻ ته تون شادي شده عورت آهين. مونکي توسان اهڙيون اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ نه گهرجن.“

”پر تو ته .... ڪڏهن به!“

”ڇا ڪڏهن به؟“

”يونيورسٽيءَ ۾ تو ڪڏهن به مون سان ....“

”محبت جو اظهار نه ڪيو هو؟“

”ها. تو ڪڏهن به پنهنجي محبت جو اظهار نه ڪيو هو.“

”منهنجي شاعريءَ جو مرڪز تون هئينءَ.“ وراڻيم، ”مان تنهنجي آرزو، تنهنجي تمنا، تنهنجي حسن، ۽ تنهنجي الفت جي شاعري ڪندو هوس. اهوئي منهنجي اظهارجونمونو هو. موٽ ۾ مونکي بي انتها محرومي ملي آهي. اڄ شاعريءَ بدران وڇوڙو منهنجي وجود جو حصو آهي.“

شميم حسرت ۽ پشيمانيءَ وچان مون ڏانهن ڏسڻ لڳي. چيائين، ”تون هڪ دفعو ته پنهنجي اندر جو حال اورين ها. فقط هڪ دفعو!“

”تو کي آدرشي ساٿيءَ جي ڳولا هئي، ۽ مان، بقول تنهنجي، فرار وادي شاعر هوس.“ آهستي، پر چٽي آواز ۾ چيم، ”پر اصل ۾ آدرشي مان آهيان. تون منهنجو آدرش هئينءَ. تو کي حاصل ڪري نه سگهيم، ته پنهنجي زندگيءَ اڪيلائين کي نذرانو ڏيئي ڇڏيم. هينئر ٻڌاءِ ته آدرشي ڪير آهي، تون، تنهنجو مڙس، يا مان؟“

هن جواب نه ڏنو. اکين مان اُٿل ظاهر ٿيڻ لڳس.

”مان طبقاتي ڪشمڪش ۾ تمام هيٺين طبقي جي نمائندگي ڪندڙ آهيان، ۽ پيڙجي رهيو آهيان.“ پڇيومانس، ”تون ۽ تنهنجو مڙس ڪڏهن ٿا معاشري کي طبقاتي ڪشمڪش مان آزاد ڪرايو؟“

ڏک وچان پڇيائين، ”مون تي ٺٺولي ٿو ڪرين؟“

چيم، ”مان آپگهات ڪري سگهان ٿو، پر توتي ٺٺولي ته پري رهي، تنهنجي باري ۾ هڪ لفظ غلط اُچاري نٿو سگهان.“

ڪجهه سوچي، پوءِ ڳالهايائين، ”طبقاتي ڪشمڪش ڪان

نجات جي باري ۾ پئي پڇيئہ نہ!"

کيس جواب نہ ڏنم. فقط ڏانهس ڏٺم.

شميم چيو، "اسانجي معاشري ۾ طبقاتي ڪشمڪش پئي نمبر جو مسئلو آهي. پهريون مسئلو انفرادي پرمار آهي، جنهن ۾ هڪ وڏيڪ ذهين انسان، پين گهٽ ذهين انسانن کي پنهنجي ذاتي مقصد ۽ ذاتي غرض لاءِ بي واجبي نموني استعمال ڪري ٿو."

شڪ ٻہر جي ڪنڊي وانگر منهنجي دل ۾ چبي ويو. پڇيومانس، "پنهنجي گهريلو زندگيءَ مان تہ خوش آهين نہ؟"

هينئيون چپ ڪنبڻ لڳس. ڪاڏيءَ ۾ ڪُٻ پئجي ويس. پڇيائين، "تون ڪڏهن تہ شادي ڪرين؟"

"مان ڪنهن بہ پئي عورت سان شادي ڪري، سائس ۽ پنهنجي پيار سان بيوفائي ڪرڻ نٿو گهران." چيم، "مان سڄي عمر شادي نہ ڪندس."

شميم ٻيچين ٿي پيئي. بار کي ڪٽي هنج ۾ ليٽايائين. پڇيائين، "گاڏي اچڻ ۾ ڪيتري دير آهي؟"

"پنج منٽ."

"فقط پنج منٽ!"

"ها."

"تہ پنهنجي باري ۾ ڇا سوچيو آهي؟"

"مون ڪڏهن بہ پنهنجي باري ۾ نہ سوچيو آهي؟"

"منهنجو مطلب آهي...." هوءَ جملو پورو ڪري نہ سگهي.

ورائي ڪانئس پڇيم، "تنهنجو گهر وارو ڪيئن آهي؟"

جواب ٿارڻ لاءِ چيائين، "آئي تہ وچ پليٽ فارم وٽ ٽا هلي بيهون."

چيم، "تہ منهنجي سوال جو جواب نہ ڏنو، شميم."

هن منهن ورائي منهنجين اکين ۾ نهاريو. چيائين، "اڳيائو تو کي ٻڌايو هوم نہ، تہ انفرادي پرمار اسانجي سوسائٽيءَ جو پهريون مسئلو آهي، جنهن ۾ هڪ وڏيڪ ذهين انسان، پين گهٽ ذهين انسانن کي پنهنجي ذاتي مقصد ۽ غرض لاءِ بي واجبي نموني استعمال

ڪندو آهي.“

”مان سمجهان ٿو، تون ....“ جملو پورو ڪري نہ سگهيم.

بيحد ڏک وچان چيائين، ”منهنجي گهر واري، هڪ ٻئي چوڪريءَ کي پاسو ڏيئي گهر آڻي ويهاريو آهي.“

حيرت وچان پڇيم، ”ٻي چوڪري!“

”ها.“ شميم وراڻيو، ”وٽس وڃڻ ڪانپوءِ خبر پيم تہ مان بہ پهرين چوڪري نہ هئس. هو بيحد ذهين آهي. هن هميشہ پنهنجي ذهانت جو ڀرپور فائدو ڪنيو آهي.“

لائوڊ اسپيڪر تي پنجابي ڳاڌڙ اڙدوءَ ۾ ريل جي اچڻ جو اعلان ٿيو. اسين پليٽ فارم ڏانهن هلڻا آياسين.

گاڏي آئي. هوءَ ٿرڊ ڪلاس جي هڪ ڪمپارٽمينٽ ۾ وڃي ويٺي.

گاڏيءَ جي دريءَ تي منهن رکندي پڇيائين، ”مونکي اچا بہ چاهين ٿو؟“

وراڻيم، ”مان تنهنجي حڪم تي ريل آڏو ليٽي سگهان ٿو.“

پوءِ هوءَ تڪ ٻڌي مونڏانهن ڏسڻ لڳي. اکين تي پاڻيءَ جو تهہ چڙهي آيس. اُداس منهن مان بي انتها مايوسي نڪرڻ لڳس. پوءِ ٿتل ٿتل لهجي ۾ چيائين، ”منهنجي آدرشي گهر واري مونکي طلاق ڏني آهي.“

”شميم!“ مونکان آهہ نڪري ويئي.

وِسل ٿي. گاڏي چُرڻ لڳي. مان گاڏيءَ سان گڏ هلڻ لڳس.

التجا ڪندي چيم، ”شميم مان تنهنجي زندگيءَ جي خال کي پنهنجي حياتيءَ سان پرينداس.“

گاڏيءَ جي رفتار وڌڻ لڳي. مان تيز هلڻ لڳس. چيم، ”لهي اءُ شميم.“

شميم جي اکين مان لڙڪ لڙي پيا.

ريل سان گڏ پليٽ فارم تي ڊوڙندي چيم، ”زنجير ڇڪي گاڏي بيهار.“

گاڏيءَ جي رفتار وڌي ويئي. مان پوئتي رهجندو ويس.

شميم دريءَ مان پنهنجو هٿ ٻاهر ڪڍيو. مون هٿ وڌائي سندس هٿ کي جهلڻ چاهيو، پر آڱريون پاڻ ۾ ڇهي ڏار ٿي ويون.
شميم روئيندي چيو، ”مان توکي وساري نه سگهنديس.“
گاڏي مونکي فليٽ فارم تي ڇڏي اڳتي هلي ويئي. جيستائين دز جو ڪوهيڙو اکين آڏو نه آيو، مان شميم ڏانهن ڏسندو رهيس. هوءَ دريءَ مان منهن ڪڍي مون ڏانهن ڏسي رهي هئي.

---

## پرويز جبين

# رڄ

صبح ئي صبح جو هڪ ٽيڪسي جڏهن ماسي ساران جي گهر اڳيان بيٺي ته وڏا گهٽ پر ٻار زياده ٽيڪسيءَ کي وڪوڙي ويا. هو اکيون اگهندو هيٺ لٿو، سامهون پنهنجي ماٽيلي ماءُ تي نظر پيس، هو ان طرف ئي اچي رهيو هو، بادل کي ڏسي رڪجي ويو، نرڙ ۾ گهنج پئجي ويس، "ماما.... بابا فوت ٿي ويو!" بادل ڏُڪي وڃي ماءُ جي ڳلي ۾ ٻانهون وجهڻ چاهيون، پر هو ٽيڪسيءَ ڏانهن وڌڻ لڳو. سڀ مامو ته نه هوس جو خود ئي اهڙي وقت ڇڪي ڇاتيءَ سان لائيس ها.

"ڪڏهين، ڪيئن، ڇا ٿيس؟" مامو سوال پڇندو هليو.

"رات دم ڏنائين، صبح جو ئي مان ٽيڪسي ڪرايہ ۾ هيڏانهن هليو آيس. بابي جو لاش ٽيڪسي ۾ آهي." بادل ٽيڪسي ڏانهن اشارو ڪندي داد طلب نگاهن سان ماءُ کي ڏٺو.

هاڻي ڪافي ماڻهو جمع ٿي ويا هئا. ٻارن مان ڪنهن اندر به ٻڌايو هو، سو اندر به روڄ پٽڪو پئجي ويو. ٿوري ئي دير ۾ مٽ مائٽ اوڙي پاڙي جا مرد زالون اچي ڪٺا ٿيا.

"بادل، ڇا ٿيو هوس؟"

"تو وٽ ڪڏهن آيو بادل."

"اڙي ڪو دوا دارون به ڪيو هو؟" هر طرف 'بادل، بادل' جي رٽ هئي. ۽ هو سڀني کي وائڙن وانگر ڏسي رهيو هو.

"اڙي، اسانکي پهريان ڇو نہ اطلاع ڪيئہ. جيئري هڪ ڀيري جو منهن ته ڏسون ها." مائٽس به هنکي مخاطب ڪيو. هاڻ بادل کي هوش آيو. هنجي رڳ رڳ ۾ خوشيءَ جون لهرون جوش هڻڻ لڳيون. هُن پُرسڪون ٿي هڪ هڪ جي سوالن جا جواب اطمينان سان ٿي ڏنا، اڄ هو سڀني مائٽن ۾ ڪيترو نہ اهم هو، اڄ هر زبان تي

سندس ٿي نالو هو، مائٽ ڪيٽن نه وري وري سڏي پٽس جو حال پيا وٺن.

'چڱو ٽيو جو بابو مئو، جنهنڪري اڄ اهڙي عزت ته ملي. هون ته اهي مائٽ رخ ٿي نه ڏيندا هئا. مون سان ڳالهائڻ به پنهنجي شان جي خلاف سمجهندا هئا. آخر منهنجو ڏوهه به ڪهڙو آهي، بس اهو ٿي نه، ته مان پيلباڻيءَ جي پيٽ مان ڄاڻو هوس. پر مان بابا جو به ته پٽ هوس. بابا خود ته پيل نه هو. هو ته چڱي خاندان مان هو، بابا امان سان نڪاح به ڪيو هو، ائين به نه هو ته ڪو مان حرامي هوس.' هو دل ئي دل ۾ سوچڻ لڳو. هنکي ماءُ جي دهرايل ڪهاڻي بر زبان ياد هئي، ڪوئي پڇندو هوس ته پهرين درجي جي ٻار وانگر فر فر ٻڌائيندو هو. ۽ ٻڌڻ وارو شاباس ڏيڻ جي بدران نفرت مان ڏسندو هوس — "هونهه، پيلباڻيءَ جو پٽ."

هنجي ماءُ هئي ته پيلباڻي، پر هوءَ پيلباڻي اصل ڪانه لڳندي هئي. گول چنڊ جهڙو منهن، سنهڙا چپ. سنهو ڊگهو نڪ، وڏيون وڏيون حيا کان جهڪيل اکيون، پريل گداز جسم، محنت ڪندڙ هٿ پير، سڌي سينڌ، وڏن وارن جي هڪ چڪيل ٿلهي چوٽي، جيڪا سندس پويان نانگ وانگر لهرون هڻندي هئي. پلا ڪير هو جو هن هٿان قتل ٿيڻ جو ارادو نه رکندو هجي. مزور ته مزور، پر ٻني جو مالڪ سچل به هنجي زلفن جو اسير هو. ۽ هوءَ جڏهن پڙو لوڏيندي گڏهه هڪليندي ايندي هئي ته سچل جي دل ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳندي هئي. پر هوءَ انهن ڳالهين کان بي نياز پنهنجي گڏهه تي سرون رکندي ويندي هئي. سچل ڪيترا ئي دفعا پنجين ۽ ڏهين رپئي جا نوٽ به کيسي مان ڪڍي ڏيکاريس، پر هوءَ ذرو به نه ريجهي. هٿان حقارت مان سچل کي خونخوار نظرن سان ڏسندي هئي. جيڪر مزوريءَ ۾ هڪ آنو وڌيڪ ملندس، ته اهو به هنجي پيرن ۾ نفرت سان اڇلائي ويندي. "هونهه، حرامي. لالچ ٿو ڏي ما کي."

'حرامزادي. ٿي پيلباڻي، نخرا وري راڻين جهڙا ٿي ڪري.' سچل دل ئي دل ۾ گاريون ڏيندس. 'ڪيستائين پاڻ بچائيندي، هڪ نه هڪ ڏينهن منهنجي هٿ چڙهندي ئي، هي ته مان چڙواڳ ڇڏيو

ٿي مانس، پل نخرا ڪري.'

سچل کي ڪو هن سان محبت ڪانہ هئي، بس هو هت اڪيلو رهندو هو، زال ڏيہ شهر ۾ رهنديون هئس. اڪيلي ماڻهوءَ کي دل وندرائڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ تہ گهربو ٿي، چاهي اهو ڪو ذڪر جو رانديڪو ڇو نہ هجي، پر هوءَ تہ هڪ خوبصورت رانديڪو هئي. جنهنکي ڪيئي دفعا ڪيڏڻ ڪانپوءِ بہ ڦٽو ڪرڻ تي دل نہ چاهيندي. پر سچل کي تہ هن سان دل وندرائڻي هئي، تنهن ڪانپوءِ ڪنهن فالتو شيءِ وانگر ڪنهن ڪنڊ پاسي اڇلائڻ ٿي چاهيائين. پر هوءَ تہ هنجي هٿ ٿي نہ پئي چڙهي، ڪيترائي حيلا هلايائين، آخر هڪ ڏينهن دل جي هٿان مجبور ٿي هو هنجي ويجهو آيو.

هوءَ سرون ڪٽي گڏهہ تي رکي رهي هئي. هن ايندي ٿي چيس، "اڙي ڇوري، مونکان ايڏو ڏجين ڇو ٿي. ڇا مان تو کي کائي ويندس؟"

"امان چوندي آهي، مردن سان ڳالهائيندي نہ ڪر. هو مطلب جا هوندا آهن." هن رڪائيءَ سان چيس.

"ماڻهين ڪوڙ ٿي ڳالهائي."

"ڇو! توهان وڏا ماڻهو مطلب جا نہ آهيو؟" هن حيرت ۽ نفرت مان چيو.

"پر مان تہ وڏو ماڻهو نہ آهيان." سچل خوشامند ڪندي مسڪين صورت ناهي چيو.

"هي سِرن جو بٺو تنهنجو ناهي؟"

"ها، اهو تہ منهنجو آهي، پر تون تہ منهنجي ناهين." سچل مستيءَ ۾ اچي هنجو هٿ پڪڙيو.

زور سان چماٽ هنجي ڳٽي تي اچي لڳي، اڪين مان چڻنگون نڪري ويس. "حرامي، ڪمينو .... سمجهي ڇا ٿو ماڪي." راڻيءَ پنهنجو هٿ ڇڏيندي چيو، "خبردار جو آئنده ماکي هٿ لاتو اٿئي، امان چوندي آهي تون سيد جي ڏيءَ آهين، تون سيدياڻي آهين، تنهنجي شادي بہ ڪنهن سيد سان ڪرائيندم. خبر اٿئي." هن پرپور

نظرن سان سچل کي ڏسندي چيو.

سچل جيڪو پهريان ئي پٽر جو بُت بڻجي چڪو هو، هاڻ ڪيٽي ريلون هنجي مٿان ڌم ڌم ڪنديون لنگهي ويون، ڌرتي پيرن هيٺان نڪري ويس. هو، هوس جي آڳ ۾ اندو ٿي ويو هو، پر اج اها اونده جي چادر هڪ پيلياٽي سَت َ ڏيئي لاهي ڇڏي هئس، هاڻ هر طرف سوجهرو ئي سوجهرو هو، هڪ پاڪ مقدس سوجهرو، جنهن ۾ راڻيءَ جو منهن ڪنهن نور جي بارش ۾ وهنتل ۽ نکريل پئي لڳو.

”تون ماءُ جي گناه جو نتيجو آهين.“ هن چپن ۾ پڻ پڻ ڪئي.

”ها واقعي. مان گناه جو ڦل آهيان، پر ڇڙو ماءُ جو نه، ان پيءَ جو به، تون منهنجي پيءَ جي نالي ونڻ ڪان ڇو ڪيبايو؟ انڪري جو هو به تو وانگر هڪ مرد هو، جنهن منهنجي ماءُ کي فقط چند رپئين ۾ ڳِدو هو. ها، هو به هڪ مرد هو. اهو مرد، جيڪو اسان جهڙين عورتن کي هڪ ٺڪر جو رانديڪو ٿو سمجهي، دل پرجي ويئي اچلائي ڦٽو ڪيو. اهو نه سوچيائين ته اهڙي بي درديءَ سان ڦٽي ڪرڻ سان هو پاش پاش ٿي ويندو. هڪ ٺڪر جو رانديڪو جو ٿيو.... پر مان تنهنجو رانديڪو نه بڻبس. مان پنهنجي ماءُ جي ڪهاڻي نه دهرائيندم. مان هڪ سيدياڻي آهيان. مان شريف خاندان جي اولاد آهيان. مان راڻي آهيان. مان مسلمان آهيان. مان پيلياٽي ناهيان ....“ هو ڌرتيءَ تي ويهي گوڏن ۾ منهن لڪائي سڏڪڻ لڳي .... سچل ڪڏهين جو هليو به ويو، پر هوءَ اتي ئي ويٺي رهي .

رات سچل جي دل ۾ آنڌ مانڌ هئي . آخر ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن هوءَ ڪنهنجي هوس جي هٿان قربان ٿيڻي ئي هئي . ڪمزور عورت ڪيستائين پنهنجو بچاءُ ڪري سگهندي. هوءَ ڪري به ڇا ٿي سگهي. بس به ٿي رڙيون ڇيخون . اهي به تڏهين، جڏهين بي درد هٿ هنجي وات کي آزاد ڪن . تڏهين نه، نه ته اهي به دل ئي دل ۾ د بجي گهٽجي وينديون، پوءِ فقط پڇتاءُ هوندو، لڙڪ هوندا ۽ هلڪا هلڪا سڏڪا .

پر اها سوچ ڪنهن وٽ هئي؟ اهو نه فقط سچل ئي سوچي رهيو هو، جيڪو هن گناه تي ڏکي ويو هو، هڪ سيد زادي جو

رتَ پيلن ۾ بي آبرو هوءَ پر نه، هو هنکي ائين بي آبرو ٿيڻ نه ڏيندو. هوءَ هڪ مسلمان جو رت آهي، هن سان ڪو مسلمان ئي شادي ڪري سگهي ٿو، هو هنکي پيلن ۾ وڌيڪ رهڻ نه ڏيندو، هو سياڻي ئي سندس ماءُ سان ملي ڳالهه طي ڪندو ـ هو مطمئن ٿي ويو.

۽ جمعي جي آزان وقت، هو سمهي رهيو. هو ڪيترو نه سچو هو، اقرار موزن به ڏنو.

جمعي جو جڏهن هو ٻنهي تي ويو، ته هنجون متلاشي نگاهون، راڻيءَ کي ڳولڻ لڳيون. پر هوءَ اڄ ڪونه آئي هئي. ٻي ڏينهن به هن سندس بي چينيءَ سان انتظار ڪيو، پر هو ٽئي ڏينهن به نه آئي. اهڙيءَ طرح پورو هفتو گذري ويو. سچل جي ننڊ اڏامي ويئي، هو بي چين ٿي ويو. 'ڪٿي ڪنهنجي ظلم جو نشانو ته نه بڻي؟' هو انهيءَ سوچ ۾ ويٺو هو، ته پريان راڻي مرده چال سان ايندي نظر آئي.

هو اعتماد ۽ نئين عزم سان هن ڏانهن قدم وڌائڻ لڳو. اڄ هنجو ضمير صاف هو. اڄ هو چورن وانگر لڪي لڪي راڻيءَ ڏانهن نه پي وڌيو، پر اڄ هو اوچو ڳاٽ ڪري پي هليو، راڻي هنکي ڏٺو، پر ڪو ڌيان نه ڏنو ۽ گڏهه هڪليندي وڌندي وئي.

سچل ويجهو اچي پڇيس، "راڻي، ايترا ڏينهن ڪٿي هئينءَ؟"

"تنهنجو کهڙو واسطو، ڪاٿي به هجان." راڻيءَ نفرت مان چپ پڪوڙيا.

"راڻي، ناراض ڇو ٿي ٿئين، پهريان منهنجي ڳالهه ته ٻڌ."

"کهڙي ڳالهه؟"

"مان تنهنجي ماءُ سان ملندس، راڻي مان‌تو کي پنهنجو ڪندم."

"منهنجي ماءُ مري ويئي سيٺ. منهنجي ماءُ مونکي اڪيلو ڪري ويئي ...." توري همدردي ڏسي راڻي جهري پئي. سڏڪا پري روئڻ لڳي.

"نه رو راڻي، نه رو. هاڻ تون اڪيلي نه آهين، مان توسان گڏ آهيان."

راڻي نماڻيون اکيون کڻي سچل کي ڏٺو.

"راڻي مان توسان شادي ڪندم." سچل درد مان چيو.

”تون مونسان شادي ڪندين، ڇا تون سيد! آهين؟“ راڻي بي اعتباريءَ سان سچل کي ڏٺو. ”امان چوندي هئي تو کي ڪنهن سيد سان پرڻائيندم.“ راڻي اکيون ڪڍي سچل کي ڏٺو.

”تو کي ڪهڙو سيد پنهنجو ڪندو، سيد ته ڇڏ، ڪو ٻيو مسلمان به تو کي پنهنجو نه ڪندو.“ سچل درد مان سوچيو.

”ڇا ٿو سوچين؟“ راڻي سچل کي چپ ڏسي چيو.

”راڻي، اسان مسلمانن ۾ سڀ سان شادي روا آهي. ذات پات جو ڪو تفاوت ڪونهي، بس مسلمان هجڻ ڪافي آهي.“ سچل هنکي سمجهائيندي چيو.

”هون!“ راڻي ڪجهه نه سمجهندي چيو، ”پلا ڪڏهن شادي ڪندين؟“

”پهريان تون مسلمان ته ٿيءُ نه.“

”مسلمان ته آهيان، تهان جي خدا کي مڃيندي آهيان!“ راڻي معصوميت سان چيو.

”ائين نه، جڏهين تو کي ڪو مولوي ڪلمو پڙهائيندو، ته پوءِ تون صفا مسلمان ٿيندينءَ، سمجهيئه.“

”پلا ڪڏهين ڪلمو پڙهندم؟“

”جلد ئي.“

”سچائي.“

”نه، به تي ڏينهن ته لڳندا ئي. ها راڻي، تون پنهنجو هرطرح سان خيال رکندي ڪر، هاڻ تون منهنجي امانت آهين. سمجهيه. هون....“ سچل شرارت مان چيو.

سچل پنهنجن مائٽن کان به پڇي ڏٺو، ته متان ڪٿي اهي ناراض نه ٿين، آخر ته ٻارن ٻچن وارو هو، ڪهڙي ضرورت هئس شاديءَ جي. پر هيءُ ڪنهنکي ڪنهنکي سمجهائيندو، ته هو اهو ڪم فقط ڪنهنجي عزت بچائڻ ۽ ثواب کٽڻ لاءِ ٿو ڪري. آخر گهڻي سوچ کانپوءِ به سچل پنهنجي ارادي تي قائم رهيو ۽ هڪ ڏينهن ڪنهن مولوي هٿان راڻيءَ کي مسلمان ڪري، نڪاح جا چار حرف پڙهائي ڇڏيائين. هو بي حد خوش هو، آخر هن دنيا ۾ ڪو ته خير جو ڪم

ڪيو. راڻي ته پاڻکي واقعي راڻي پئي سمجهي، جنهن ڏينهن کان گهر ۾ قدم رکيائين، وري ٻاهر قدم نه ڪڍيائين. آخر ته سيد زادي هئي نه.

راڻيءَ کي گهر ۾ هر طرح جي خوشي هئي، گهر ۾ ڪنهن ڳالهه جي ڪمي نه هيس. سچل هر شيءِ بنا چوڻ جي حاضر ڪري ڏيندو هوس ۽ راڻي به ڪنهن سگهڙ زال وانگر گهر پئي هلايو. راڻيءَ کي فقط ڏک هو ته اهو، جو سچل هنکي پنهنجن مائٽن سان نه پئي ملايو. هنکي ڪيتري نه تمنا هئي هنن سان ملڻ جي. سچل جا مائٽ به ڪيترا نه سٺا هوندا. سچل جهڙا هوندا - نيڪ، همدرد ۽ محبت ڪرڻ وارا. سچل جي ماءُ به اهڙي هوندي، 'مان ته اهڙي ماءُ جا قدم چمندم، جنهن اهڙي پٽ کي جنم ڏنو آهي.' هو خيالن ئي خيالن ۾ سٽس کي سجدا ڪندي هئي.

سچل هڪ ڏينهن پنهنجي گهر ٻڌائي ويٺو ته: 'هن ٻي شادي ڪئي آهي.'

"ٻي شادي ڪئي اٿئي! ڪنهن سان؟" ماڻس اچرج مان پڇيو.

"هو. امان .... پيلياڻي هئي، پر مون مسلمان ڪري نڪاح وڌو مانس." سچل ٽَڪَ ڳيهندي چيو.

"اڙي پيلياڻيءَ سان! شهر ۾ زالن جي ڪوٽ هئي ڇا؟"ماڻس ڇاتيءَ تي ڌڪ هڻي چيو. "اڙي، ڪاٿي جو نه رکيئه ماڻهو ڪلايءِ. ڇا چوندا مٽ مائٽ، ته سچل پيلياڻي پرڻيو آهي ...."

"پر امان هوءَ ته ...." سچل ڪجهه چئي نه سگهيو.

"اڙي بس ڪر، دل نه ساڙ، رن حرامزادي جادو منتر ڪري پنهنجو ڪيو هوندئي." ماڻس الائي ڪيتري دير واويلا ڪندي رهي ۽ هو اٿي هليو ويو.

جنهن به مائٽ ٻڌو، تنهن وات تي آڱريون رکيون. 'ڀلا پيلياڻي سان به ڪو شادي ڪندو؟ اهڙي هئس ته اسانکي چئي ها ته ڪنهن چڱي ذات مان پرڻايونس ها. پر شاديءَ جي ضرورت به ڪهڙي هئس؟'

'بس ادي، مرد جي ذات تي، ڀروسو ئي ڪهڙو.' جيڏاوات اوڏيون

ڳالهيون. هو گهبرائجي واپس بنهي تي موٽي آيو. آخر ڪٿي ته
ڇڱي نه هئائين، اهو احساس پاڻکي به ستائڻ لڳس. مٽ مائٽ، دوست
ساٿي جي اڳيان پاڻکي لڄي پي سمجهيائين. جيڪڏهن ڪنهنکي
ٻڌائي به ته ڇاجي ڪري هن اهو ڳجهه پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڌو، ته
هرڪو ائين ٿي چوندس.

’ڇڏ يار، سيني پيلياٽين جو ڪو تو نيڪو ڪنيو آهي ڇا؟‘ آخر
ڪنهن ڪنهن سان نڪاح وجهندين، اهڙيون ته ڪيئي حرام جون
ڏيٺر هونديون پيلياٽين وٽ.‘

پوءِ هو ڇا چوندو، ڳالهه ته سچي هئي. هو راڻيءَ مان بيزار
ٿيڻ لڳو، بنهي تي گهٽ ۽ شهر ۾ زياده رهڻ لڳو. پهرين زال ۽ ماءُ
به هاڻ خوش هيون.

”آخر پڇتائيندو نه، اسان نه پيا چئون ته آهو پاڻيءَ جو ڦوٽو
آهي، ڪيترو جٽاءُ ڪندو.“

هڪ ڏينهن راڻيءَ شڪايت به ڪيس ته: ”تون ايترا ايترا ڏينهن
شهر ۾ ڇو ٿو رهين؟ مونکي اڪيلي گهر ۾ ڀؤ ٿيندو آهي.“

”ڀؤ ٿيندو آهي ته مان ڇا ڪيان. تنهنجو غلام ته نه آهيان،
جو سڄي ٿي پهر ويٺو چوڪيداري ڪيان. آخر دنيا ۾ ٻيون به ته
زالون آهن.“

راڻيءَ سندس واتان جڏهن اهو ٻڌو، ته ڏڇي ويئي. طوفان جا
آثار صاف ظاهر هئا. هوءَ خاموش رهي، هن لاءِ اهو ئي ڪافي هو، ته
گهر اندر عزت سان ٿي وقت پيو گذري ۽ گرهه پيو مليس. ٻين پيلياٽين
وانگر در در جا ٺڪر ته نه پي چپاڙيائين. هن وري ڪڏهين شڪايت
پنهنجي چپن تي نه آندي.

سچل کي راڻيءَ جي خاموشي وڌيڪ شهه ڏني، ۽ پوءِ هنکي
آهستي آهستي انهيءَ سان نفرت ٿي پئي، جنهن ڪري محبت ۽ نيڪيءَ
جو وقتي اُبال جذبو دٻجي ويو. ۽ هو هاڻ شهر ۾ پنهنجي گهر گهاٽ ۽ اوطاق
۾ زياده رهندو هو. ڏيٺس صبح ۽ منجهند جي ماني اوطاق ۾ ڏيئي

ويندي هيس، ۽ رات جي ماني هو پاڻ گهر کائي وري اوطاق ۾ اچي ويهندو هو.

راڻيءَ کي سورَ لڳا ته اوڙي پاڙي واريون رحم کائي ميڙي آيس. ويچاري زال زائفان اڪيلي، هن وقت ته پنهنجو مڙس گڏ هجيس ها، ته جيڪر تڪليف ۾ به ڪمي ٿي وڃي ها. دائي جهڙو تهڙو ويم ڪرائي هلي ويئي. پٽ ڄاوو هوس، هوءَ ڏاڍي خوش ٿي. 'هن وقت سڄل هجي ها ته وڏيڪ خوش ٿئي ها.' هن دل ۾ سوچيو. پر هو شهر ۾ هو، اهڙو به ته ڪير ڪو نهي جو هنجو نياپو ڪٺي وڃي سڄل کي ڏي ها. هوءَ انهن خيالن سان پاڻکي دلگير ڪرڻ لڳي. ان وقت پاڻکي ڏاڍو دُکي محسوس ڪيائين. مينهن وانگر ڳوڙها هنجي اکڙين مان وهڻ لڳا. هن گهڻي سوچ ڪانپوءِ پنهنجي پُٽ جو نالو 'بادل' رکيو، جيڪو پياسي زمين جي پياسَ ميٽائيندو آهي.

سڄل جڏهين هن وٽ آيو، ته هوءَ بيمار هئي، گهر ۾ هن ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه نه هو. نئين وياڻل هئي، سمورو ڪم به پاڻ پئي ڪيائين، ته ٻار کي به پاڻ پي سنڀاليائين، سڄل کي پٽ جي ڄمڻ جي ذرو به خوشي نه ٿي، اچا وڏيڪ بدناميءَ جو ڊپ ٿيس. 'وڏو ٿي هو مونسان گڏ پيلياٽيءَ جو پٽ به سڏائيو.' ان خيال سان ٿي هنجي دل ڪومائجڻ لڳي. پڇتائڻ لڳو، ان وقت کي پٽڻ لڳو، جنهن وقت هن اهڙو احمقائو فيصلو ڪيو هو. اهو ڏينهن ڪيترو نه نياڳو هو، جنهن ڏينهن هنجي سڄي زندگيءَ کي ٽڪو لڳي ويو. ۽ پوءِ هن ٻنو وڪڻي ڇڏيو، ۽ وري ٻنهي جو رخ نه ڪيائين ۽ نه وري راڻيءَ وٽ ويو— ۽ هو پنهنجو شهر ئي ڇڏي، ڪيڏانهن هليو ويو.

ڪيترا ڏينهن گذري ويا، ڪيئي بهارون خزائن ۾ تبديل ٿيون، بادل جوان ٿي ويو، سڄل جي ڏي نوران پنهنجي گهر جي ٿي ويئي، سڄل جي ماءُ مري ويئي. راڻي گهر گهر جا پورهيا ڪري جواني گذاري ڇڏي. پر هو نه آيو. هر ڪنهن هنکي وساري ڇڏيو. راڻيءَ کي مڙس هوندي به ڏهاڳ مليو هو.

پر هڪ ڏينهن اوچتو هو پنهنجي ٻنهي واري گهر جي ٻاهران

بيٺل نظر آيو. ماڻهو ته سڃاڻڻيس ئي نه پيا، اڇي ڏاڙهي، ڏٻرو جسم، پلا ڪنهن ٿي چيو ته هي سچل هو. سچل جڏهين هتان ويو هو، ته قدآور، مظبوط جسم، ڪارن وارن وارو جوان هو، هن پنهنجي در ڪي ڪلف ڏسي، پاڙي وارن کان پڇا ڪئي.

”هت هڪ راڻي رهندي هئي، انجي مڙس جو نالو سچل هو. ڪيڏانهن ويئي؟“

”جنهنکي هڪ پٽ به هو؟“

”ها ها، بادل؟“ هڪَ پڇيو.

”جنهنکي پنهنجو مڙس ڇڏي ويو؟“ ٻئي پڇيو.

”اها ته مري ويئي ويچاري.“

”مري ويئي! ڪڏهن؟“سچل جي دل ڌڪ سان ويهجي ويئي.

”ڪيترا سال ٿيا؟“

”انجو پٽ ڪاٿي آهي؟“ سچل ٻڇي ٻڇي سوال ڪيو.

”مزدوري تي ويو آهي، اجهو ڇاڻ آيو.“

”تون ڪير آهين؟“ سوال ڪُهاڙي ٻڻجي سچل جي ڪنڌ تي پيو.

”مان....“ ’مان‘ آواز سچل جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو، ڇا چئي ته هو ئي اهو قاتل آهي، جنهنجي هڪ وار سان ڪيئي زندگيون ڪُسجي ويون هيون.

”مان سچل آهيان. بادل جو پيءُ.“ سچل جهيڻي آواز ۾ ڪنڌ جهڪائي چيو. پر ٻڌائڻ سان ڄڻ بارَ لهي ويو، جيڪو ڪيترن ئي سالن کان سندس دل تي ديرو ڄمايو ويٺو هو.

ماڻهن هڪ ٻي جي منهن َ ڪي ڏٺو ۽ هڪ هڪ تي ٽڙي پکڙي ويا. ۽ هنجو ڪنڌ جهڪيل ئي رهيو. پوءِ هو سيري وڃي پنهنجي درَ جي دڪيءَ تي ويهي رهيو. ۽ بادل جو انتظار ڪرڻ لڳو.

هنکي دم ٿي پيو هو، پيسو پائي هوس ڪونه، جو پنهنجو ڪو علاج ڪرائي، شهر انڪري نه ويو، جو مائٽن جي ڦٽ لعنت جو ڏپ هوس. وري به راڻيءَ جي گهر رهڻ ۾ عافيت سمجهائين، جو پڪ هئس ته راڻي مونکي ڪجھ نه چوندي. ڪا شڪايت نه

ڪندي. پر هوءَ ته اڳ ئي ناتا ٽوڙي چڪي هئي. هاڻ شڪايت به سچل کي ئي هئي، هو بادل جي انتظار ۾ اکيون بند ڪري، در کي ٽيڪ ڏئي ويهي رهيو.

”ڪير آهين بابا، اتي ڇو ويٺو آهين؟“ هڪ نوجوان سچل کي پنهنجي درَ تي ويٺل ڏٺو ته پڇيائين.

”اڙي بادل، اِهو تنهنجو پيءُ ٿئي سچل.“ ڪنهن پاڙي واري پنهنجي در جي ٽيڙي مٿي ڪري بادل کي چيو.

”منهنجو پيءُ، منهنجو پيءُ ته مري ويو هو. امان چوندي هئي: ’تنهنجو بابا مري ويو آهي.‘ بادل ڪراڙي، سچل کي ڏسندي چيو، جيئن هنجي نقشن ۾ پنهنجا نقش ٿي ڳوليائين.

”ها پٽ، ماڻين لاءِ ته مان مري ويو هوس، اها سچ چوندي هئي. پر مان تنهنجي لاءِ اڃان زنده آهيان.“

”بابا!“ بادل وڏي پيءُ کي ڀاڪر پاتو. بابا، منهنجا بابا، مان تو ڪانسواءِ ڪيترا نه ڏکا ڪاٽا. جڏهن امان مونکي هن جهان ۾ اڪيلو ڪري ويئي، چاڻ هوندي به، ته مونکي تون نه ملندين. مان تنهنجي ڳولا ۾ شهر به ويس، پر اُتي مونکي ڌڪاريو ويو. مونکي پيلاڻيءَ جو پٽ ڪري سڏيو ويو بابا، مونکي ڪنهن تنهنجو پٽ ڪري نه سڏيو. بابا، اڄ تو مونکي پنهنجو پٽ ڪري سڏيو آهي ته منهنجي دل هيڏي ٿي ويئي آهي. بابا، مونکي هاڻ ڇڏي اڪيلو ڪري ته نه ويندين؟“ بادل وري پيءُ کي گراٽڙي وڌي. ۽ اندر وٺي آيو.

بادل پيءُ جي اهڙي خدمت ڪئي، جو شايد ئي ڪو پُٽ پنهنجي پيءُ جي ڪندو، هو پنهنجي هٿن سان هنجو بلغم ڪيندو، پنهنجي هٿن سان هنجا غلاظت وارا ڪپڙا ڌوئيندو هو. علاج ۾ به ڪا ڪسر نه ڇڏيائين. پر پڇاڙيءَ ۾ ته انسان ويندو آهي جهرندو، ۽ سچل ته جوانيءَ جو ئي جُهريل هو. وقتي جذبي ۾ هڪ خيرجو ڪم ڪيائين، ته ڪيترا گناه انجي پٺيان ڪري وڌائين، پٽ، زال ۽ بي زال – ڌيءَ کي رڻ ۾ اڪيلو رولڻ لاءِ ڇڏي ويو. ڇا اهو گناه نه هو ڪنهنکي ڏاڪڻ تي ڪوٺي چاڙهي، ڏاڪڻ ڪڍي وٺڻ.

هن به ته راتيءَ سان ائين ئي ڪيو هو. پنهنجي هرڪئي تي پڇتائيندو هو، اهو پڇتاءُ ناسور بڻجي هنڪي جهوري رهيو هو. دوا ڇا خاڪ اثر ڪندي، جڏهين مريض ئي خوش ٿيڻ نه چاهي. بادل اڄايا پئسا پي هن پنهنجي برباد ڪيا.

”بابا، تو ڪي شهر ڏاڏاڻن ڏانهن وٺي هلان. انهن کي اطلاع ڪيان تهان جي بيماريءَ جو.“ بادل جڏهين پيءُ جو هيٺو حال ڏٺو ته چيائين.

”نه پٽ. اطلاع جي هاڻ ڪا ضرورت ڪانهي،“ سچل کنگهه کي روڪي وري چيو، ”پر جڏهين مان مران ته منهنجو لاش ضرور مائٽن جي حوالي ڪجانءِ. اها منهنجي وصيعت اٿئي.“

بادل جي دل ڀرجي آئي، اکين جو پاڻي هن پنهنجي قميص جي ٻانهن ۾ جذب ڪيو. ايترن سالن کانپوءِ هنکي پيءُ جو سهارو مليو، سو به هينئر کسجڻ تي هو.

۽ هڪ ڏينهن واقعي بادل جو سهارو کسجي ويو. هو وري سڄي دنيا ۾ اڪيلو ٿي پيو. ڏانديون ڪري روئڻ لڳو ۽ پيءُ جي وصيعت موجب هنکي ٽيڪسيءَ جو ڳورو پاڙو پري به شهر مائٽن وٽ ڪٺائي آيو. پر هت هو اڄ اڪيلو نه هو، هڪ سهارو کسيو هو، ته هيترا هت هنکي سهارو ڏيئي پيا سگهن. جڏهين هو پيءُ کي دفنائي پين مردن سان اندر گهر ۾ گهڙيو، ته ڪيترو نه خوش هو. پيءُ جو موت وسري ويس. اهو ته ان مهل ياد آيس، جڏهين پيٽس ’ادا....ادا‘ ڪري اچي چنبڙيس. پيڻ کي ڪيترو نه ارمان هو پنهنجي پاءُ سان ملڻ جو، پر ماءُ ۽ مائٽن ڪري خاموش رهندي هئي. جڏهين ڪا پيڻ پنهنجي پاءُ سان ڳلهي ملندي هئي ته نوران جي دل ڀرجي ايندي هئي. پر اڄ سندس پاءُ هنجي سامهون هو. هوءَ بي حد خوش هئي ۽ پاءُ جي ڪشاده ڇاتيءَ سان لڳي ڳوڙها ڳاڙڻ لڳي. ”ادل، اسانکي بابا ڇورو ڪري ويو.“

” نه روءُ، پيڻ، نه روءُ. مان جو تنهنجو ابو آهيان. پائر به ته پيءُ جي برابر هوندا آهن نه.“ هو ڪلنڌڙ اکين سان پيڻ جا ڳوڙها

ڏسو صفحو 39

پنهنجي انگوڇيءَ سان اُگهڻ لڳو.

"اهو ڪير آهي، جنهن سان نوران بيٺي آهي،" ڪنهن زالن مان پڇيو. "اهو سچل جو پٽ آهي نه."

سچل جي ڪنن ۾ ڪنهن امرت جا ڦڙا ڦاڙيا. اڄ هوءَ ماءُ جي بدران پيءُ جو پٽ پيو سڏجي. هن خوشيءَ مان نوران جي مٺي ڪئي چميو.

"ڇڱو نه مائي پنهنجو پٽ به هوس، وقت تي ڪم نه آيس." ڪنهن عورت چيو. "اڙي، اهڙا پٽ به ڪي پٽ ليکبا آهن. پٽ نه جڏهن پنهنجي ڏاڏي پوٽيءَ مان ٿئي ها نه اهو پٽ به ليکجي ها. هي مٺو نه پيلياڻيءَ جو پٽ آهي. سڏ ڪر نوران کي. بي حيا کي ڪڍينس ٻاهر، ڪيئن نه نياڻين سياڻين جي وچ ۾ ويهي بي حيائيءَ سان ٿو ڏسي." ڪنهن ڪراڙي عورت چيو، "ڪڍينس ٻاهر پيلَ کي."

۽ هنجا هٿ پير چوڏاري ڊِلا ٿي ويا. اهي لفظ بادل جي ڪنن ۾ پگهريل شيهي وانگر پيهي ويا. جيستائين ڪو هنکي ٻاهر ڪڍي، هو پاڻ ئي در ُڪولي ٻاهر نڪري آيو. هاڻي وري هو اڪيلو هو. ۽ پيلياڻيءَ جو پٽ هو.

هو تڪڙا تڪڙا قدم کڻندو ڪشادي سڙڪ چڙهي، سنسان گهٽيءَ ۾ لنگهي ويو.

---

ممتاز مهر

# ياداَن کان انتقام

هو رهندو تہ گتر باغيچي، پراڻي گوليمار وٽ آهي، پر چاڪاڻ تہ ٽيڪسي ڊرائيور آهي، تنهنڪري فرصت ۾ ڪڏهن ڪڏهن مونوٽ ملڻ لاءِ ايندو آهي ۽ ٽيڪسيءَ تي ڪڏهن هل پارڪ ۽ ڪڏهن نيپيئر روڊ گانا ٻڌائڻ وٺي ويندو آهي.

ماڻس ياري شايد هڪ فوٽ بال مئچ جي دوران ٿي هئي، هو منهنجي پرَ ۾ ويٺو هو، هنجو خيال هو تہ ڪاري پٽيءَ واري ٽيم وڌيڪ گول ڪندي، پر منهنجو خيال هو تہ اڇي پٽيءَ واري ٽيم مئچ کٽندي. پوءِ اسان ضد ۾ شرط رکيسين، پر هنجي ڳالهہ صحيح نڪتي هئي .... تہ تہ ياد اچي ويو، اهو واقعو پوءِ جو آهي، هن سان پهرين گڏجاڻي نهايت خراب حادثي وقت ٿي هئي .... اهو واقعو هڪ سال اڳ جو آهي، هاڻي بہ انهيءَ واقعي جو ذميوار مان انهيءَ حرامي بيري، کي سمجهان ٿو، جنهن مونکي سيڪڙات تاڙي حرفت سان وسڪيءَ جي بن پيگن جي بدران پنج پيگ پياري ڇڏيا ۽ مان نشي جي خمارَ ۾ الائي ڪيئن رڙهندو لمندو ڪلفٽن اچي پهتو هوس. انهيءَ وقت سج لهڻ وارو هو، سمنڊ جي ڪناري مان ڪجهہ وقت ڇولين سان راند ڪندو رهيس، انهيءَ دوران هڪ پوليس واري اچي مونکي ڪنڌ کان جهليو.

”ڇا جهاز ۾ تنهنجو ڪو مائٽ آهي، جنهنکي سلام ٿو ڪرين؟“

”نہ، تنهنجي ٻاپي کي سلام ٿو ڪريان.“ مون تي اجان نشا چڙهيل هئا.

پوءِ تہ چماٽن جو وسڪارو ٿي ويو.

”ٿاڻي تي هل تہ توکي مائٽ ڏيکاريان.“ هو مونکي ماريندو ڌڪا ۽ پنجابيءَ ۾ گاريون ڏيندو گهليندو پٺي ويو ۽ ماڻهن فقط

تماشو ٿي ڏٺو. اڌ رستي تائين منهنجا رُپيا مان ڀاڙهن آنا نشا ختم ٿي چڪا هئا. انهيءَ عرصي ۾ هن مونکي ايترو ماريو، ايترو ماريو، جو مان نستي هوندي به غصي ۾ ڏڪي رهيو هوس.

ماڻهو سڀ پوئتي ٿي ويا هئا ۽ اسان اڪيلا رهجي ويا هئاسين، ٽاٽو اڃان ڪجهه پنڌ پري هو. هن مونکي مارڻ بند ڪيو ۽ هيڏانهن هوڏانهن نهاري پوءِ رازداريءَ جي نموني ۾ چوڻ لڳو، "پنج رپيا ڏي ۽ ڦرتي ڪاءُ."

مون انڪار ڪيو ۽ هُن وري مارڻ شروع ڪيو، لاچار مون به هٿ هلايا پر هو ڏاڍو نڪتو، اهڙا ٺونشا هنيائين جو منهنجي نڪ مان رت وهڻ شروع ٿي ويو. پيو حيلو وسيلو نه ڏسي، مون رڙيون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون. اوندهه ۾ ڏٺم ته هڪ ڪار اچي بيٺي. اها ٽيڪسي هئي. ڊرائيور ٻاهر لٿو، معاملو ترت سمجهي، هڪ ڀرپور مٺي جو ٺڪر پوليس واري کي هنيو، پوليس وارو رڙ ڪري گوڏن ڀر هيٺ ڪري پيو، ڊرائيور مونکي ٽيڪسيءَ ۾ ويهاري وٺي هليو ـــــ اهو 'حسو ڊرائيور' هو، جنهن سان پوءِ منهنجي ياري ٿي ويئي. مون هنجو نالو 'ناخدا' رکي ڇڏيو هو يعني محافظ.

ناخدا ٽيڪسي هلائڻ کان اڳ ۾ بس ڊرائيور هو. هنجي بس چاڪيواڙي کان هلندي هئي ۽ فريئر روڊ، صدر، ڪينٽ اسٽيشن تان ٿيندي گيذري تائين ويندي هئي. يعني بس جي ٽرپ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڏهه اسٽاپ هوندا هئا ۽ هڪ ٽرپ اٽڪل منهي ڪلاڪ ۾ پورو ٿيندو هو. هو پنهنجي بس جو خاص خيال رکندو هو، قلندري گانن ڪانسواءِ هن بس جي اڳين حصي جي ٻنهين طرفن کان به روا ٽنگي ڇڏيا هئا، هڪ سائو، ٻيو ڳاڙهو. زائفن اعتراض به ورتو ته رئو عورت جي عزت آهي، انهيءَ جو بس تي ڦڙڪڻ سٺو نٿو لڳي. بس جي مالڪ به اعتراض ڪيو جهليو هو، پر ناخدا نه مڙيو. هنجو جواب هوندو هو: 'هي بس آهي. هنکي جيترو وڌيڪ سينگاربو. اوترا وڌيڪ ماڻهو شوق سان هن تي چڙهندا.'

پر بس ڊرائيوري هو وڌيڪ عرصي تائين ڪري نه سگهيو، بس جي مالڪ جڏهن اوور ٽائيم ڪم وٺڻ شروع ڪيو، تڏهن ناخدا

هن سان جهيڙو ڪري نوڪري ڇڏي ڏني. بس ڊرائيوريءَ دوران مختلف ٽائيپ جي مسافرن سان واسطي رکڻ ڪري ننڍا وڏا واقعا ٿيندا رهندا هئا، پر ڪي واقعا اهڙا ٿيندا هئا، جنڪي ناخدا وساري نه ٿي سگهيو. ناخدا سڻن سان سڻو آهي ۽ برن سان برو. هن ۾ ڪي ڪمزوريون به آهن، جنڪي عام طور سان خرابيون چيو وڃن ٿيون، يعني عورت- شراب- جوا. هو پئسا چڱا ڪمائيندو آهي، پر پئسي سان پيار نه اٿس. هڪڙي ڏينهن سنڌ زميندار هوٽل جي هيٺين شراب خاني ۾ اسان ٻنهي وسڪي پئي پيتي. اڄ جي ڏينهن هُو ٽيڪسيءَ کي بند رکندو آهي ۽ هلڪي عياشي ڪندو آهي. مون وسڪي سوڊا سان ملائي ٿي پيتي، پر هن سادي پاڻيءَ سان. هڪ ڏيڍ پيگ پيئڻ ڪانپوءِ هو کُليو. هڪ واقعو جيڪو ناخدا جي زندگيءَ ۾ حادثي سان پيش آيو هو، سو هن مونکي سُرور جي دوران ٻڌايو:

”هوءَ ڇوڪري مونکي اڃان تائين ياد ايندي آهي. هوءَ مشڪل سان بالغ هئي ....“

ڪا اهم ڳالهه يا واقعي ٻڌائڻ کان اڳ ۾ ناخدا جو پوري خمار ۾ هجڻ ضروري آهي. خمار ۾ هو ڳالهه کي بلڪل آئيني جي عڪس وانگر پيش ڪندو آهي. سندس ڳالهه کي ٻڌڻ ۽ هضم ڪرڻ لاءِ وسيع قلب کپي.

”اسانجي بس جو اهو آخري ٽرپ هو، رات جو بس ۾ رش گهٽ ٿيندي آهي، خاص ڪري ليڊيز واري حصي ۾. برنس روڊ جي چوڪ ڪان هڪ ڇوڪري بس ۾ چڙهي، عمر مشڪل سان پندرهن سال هُيس .... وڏنڊڙ معصوم چهرو ۽ هٿ ۾ ننڍڙي ڳنڍڙي....“ ناخدا پيگ پورو ڪري وڌيڪ آرڊر ڏنو.

”اُن وقت فقط هڪ ڪرڙوڊ مائي بس ۾ ويٺي هئي. اسانجي ڊرائيورن جي زندگي سخت هوندي آهي. بس وانگر پاڻ به مشين جو ڪل پرزو ٿي ويندا آهيون. سهڻي صورت جڏهن نظر ايندي آهي، تڏهن من کي ڪجهه راحت ايندي آهي. خير.... ڪنڊيڪٽر آيو ۽ ڇوڪريءَ کي ٽڪيٽ لاءِ پڇيائين. ڇوڪريءَ اهڙو اشارو ڪيو ڄڻ مرداني حصي ۾ سندس ڪو ماڻهو ويٺو آهي، سو ٽڪيٽ وٺندو.

ڪنڊيڪٽر هڪ چڪر لڳائي پيهرآيو ۽ ڇوڪريءَ کان وري ٽڪيٽ
جو پڇيائين. ڇوڪريءَ کو جواب نہ ڏنو، ڪنڊيڪٽر ٺونڪ ۾
چيس : ايسا بولو، ٽڪيٽ ڪا پئسا نهين. خالي پيلي ڪيون چڪر
ديتا هي.' ڇوڪريءَ شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو. پر ۾
وينٽل پڊي مائي جيڪا پان چباڙي رهي هئي، تنهن ٺهڪ ڏنو ۽
ڇوڪريءَ کي شڪي نگاهن سان تڪڻ لڳي. مون ڪنڊيڪٽر
کي مخاطب ٿي چيو، 'پرواه نہ آهي، ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو پئسا
گهر ۾ وساري بہ ايندو آهي.' ڪنڊيڪٽر مشڪندو هليو ويو. منهنجي
چوڻ جو ڇوڪريءَ تي شايد سٺو اثر پيو. هن ڪنڌ مٿي ڪيو ۽
خاموش نگاهن سان منهنجو چڱ تہ شڪريو ٿي ادا ڪيائين." نا خدا
ٿورو رڪيو ۽ سگريٽ د کائي وري ڳالهہ شروع ڪيائين: "اسانجي
بس آخري اسٽاپ تي پهتي، سڀ ماڻهو لهي ويا. ٿوري دير ڪانپوءِ
بس کي واپس چاڪيواڙي تي آڏي بيهارڻو هو، يعني اهو آخري چڪر
هو. ڪنڊيڪٽر بہ هيٺ لهي ويو، جيستائين ڪجهہ ماڻهو بس ۾ وري
چڙهن، مونکي بہ هيٺ لهي پر واري هوٽل ۾ چانهہ پيئڻ جو خيال
هو. پر اُها ڇوڪري بس ۾ ويٺي رهي. بس هلي، تڏهن بہ هوءَ ويٺي
رهي، هاڻي ليڊيز واري حصي ۾ هوءَ اڪيلي هئي. مون هنکان ٻہ ـ ٽي
اسٽاپ گذرڻ ڪانپوءِ پڇيو تہ ڪيس ڪٿي وڃڻو آهي. پر هن جواب
نہ ڏنو، وري پڇيومانس، پر هوءَ چپ رهي. آخري بس اسٽاپ تائين سڀ
مسافر لهي ويا. هاڻي اسانکي بس کي اڏي تي پهچائڻو هو، پر ڇوڪري
هئي جو چُرڻ جو نالو نٿي ورتائين. ڪنڊيڪٽر آهستي اچي مونکي
چيو، 'استاد مال بهترين هي ....' مون اٽڪل سان ڪيس ٻاهر موڪلي
ڇڏيو. هاڻي مان ۽ ڇوڪري اڪيلا هئاسين. مون بس هڪ اهڙي
هنڌ بيهاري، جتي ماڻهو نہ هئا." ٿورو ترسي وري ڳالهہ شروع ڪيائين:
"مان ڇوڪريءَ جي پرَ ۾ ويهي ٿوري رعب سان ڪانئس پڇيو:
'ڇا ڳالهہ آهي. ڇا هوءَ گهر کان ڀڄي آئي آهي، يا ٻيو ڪو معاملو
آهي؟' ڇوڪري روئڻ لڳي، مون سندس مٿي تي پيار سان هٿ ڦيريو.
آخر هن سرستي ڳالهہ ٻڌائي: 'هائو، گهر کان ڀڄي آئي آهيان.
ماءُ پي ڪونهن. چاچي وٽ رهان ٿي .... آهي منهنجي شادي هڪ

ٻئي مائٽ، جيڪو رٽائرڊ آفيسر آهي، تنهن سان ڪرائڻ چاهين ٿا. پر منهنجي مرضي نہ آهي. آهي مونکي ماريندا بہ آهن. هاڻي مان پڇي آئي آهيان. مونکي پاڻ وٽ رهاءِ، مان واپس نہ وينديس.' ٿوري پل جي راحت هاڻي مصيبت ۾ ٿي بدلي. ڪيس نازڪ هو، ڇوڪري ننڍي عمر جي هئي، مان اهڙي مصيبت کي سِر تي کڻڻ لاءِ تيار نہ هوس، پر اهڙي ڪمهلي وقت کيس ڇڏي ڏيڻ بہ سٺو نہ ٿي سمجهيم، سو اهو ارادو ڪيم تہ ڇوڪريءَ کي ڪيئن بہ ڪري صبح جو سندس مائٽن وٽ پهچائي ايندس.

''اهو سوچي هيٺ لٿس. ڪنڊيڪٽر جيڪو پريان بيٺو هو، تنهنکي سڄي ڳالهہ ٻڌايم. هن چيو، 'استاد، ففٽي ففٽي،' پر مون صاف انڪار ڪيو، پوءِ کيس بس جون چابيون ڏيئي، ڇوڪريءَ کي ساڻ ڪري رڪشا ڪيم. هاڻي مسئلو هو تہ ڇوڪريءَ کي ڪٿي رهايان. مونکي پنهنجو گهر نہ هو. پنهنجو گهر تہ گئريج آهي- بس آهي- ٽيڪسي آهي. نيٺ هڪ دوست جيڪو اڪيلو رهندو هو، تنهن وٽ ويس. هن مهرباني ڪري پنهنجي گهر جون چابيون مونکي ڏنيون ۽ پاڻ ٻئي هنڌ رات گذارڻ هليو ويو. ڇوڪريءَ کي گهر ۾ ويهاري مان ماني وٺڻ ويس. اسان ٻنهين ماني کاڌي. هوءَ پهريائين تہ اُداس اُداس رهي، پر پوءِ هن ڳالهائڻ شروع ڪيو. معصوم معصوم ڳالهيون، ڏک سُکن جون ڳالهيون، ماءُ پيءُ جو وڇوڙو، آئينده جو غم. هن منهنجي اڪين ۾ گهوري چيو: 'مان توسان رهنديس. مان هتان نہ وينديس. مان توکي نہ ڇڏينديس. مان هن ٻڍي سان شادي نہ ڪنديس.' مون هنجي ڳل تي چمي ڏني، ۽ دلاسو ڏنم. پر هنکي يقين نہ ٿي آيو ۽ هر هر پئي چيائين: 'مونکي ڇڏيندين تہ نہ، ڇڏيندين تہ نہ.'

''هوءَ اڌ رات تائين نہ پاڻ سُتي ۽ نہ مونکي آرام ڪرڻ ٿي ڏنائين. منهنجي مَن ۾ عجيب اُٿل پُٿل ٿي: 'ڇا ڪريان، کيس گهر پهچائڻ ٺيڪ آهي يا پاڻ وٽ رهائڻ.... شادي رات.... ميل ميلاپ.... ڪيترا نہ خوش نصيب آهن آهي، جنجي شادي خيرخوبيءَ سان ٿئي ٿي. رضامنديءَ سان ٿئي ٿي.' مونکي الائجي ڇو اها ڳالهہ دل سان

نہ آڻڻي تہ هن ڇوڪريءَ کي هميشه لاءِ پاڻ وٽ رهايان. داشتہ ڪريان يا زال؟ شايد اوچتي معاملي ڪري گهٻراهٽ ٿي هئم يا ڇوڪريءَ جي نندي عمر ڪري تيار نہ ٿي ٿيس. 'پوءِ ڪيس ڇو وٺي آيس؟' مون دل ۾ سوچيو. 'ڇا هنکي ڇڏي ڏيان، ڀلي ڪنهن ٻئي جي ور چڙهي. اهڙين ڇوڪرين جو انجام سٺو نہ هوندو آهي. اهڙين حالتن جي شڪار ٿيل ڇوڪرين جي منزل چڪلو بہ ٿي سگهي ٿو. پرائيويٽ اڏا بہ ٿي سگهن ٿا.' هوءَ منهنجي گوڏي, تي مٿو رکي سمهي پئي هئي. معصوم ۽ پيارو چهرو، غمن جو ستايل چهرو. منهنجي دل ٿي تہ کيس سيني سان لڳايان، کيس پيار ڪريان. منهنجي گوڏي, ڇورڻ تي هن اکيون کوليون. من موهيندڙ اکيون. ڇا کيس شاديءَ جي پهرين رات سک نصيب ٿيندو! پوءِ اڄ جي رات! اڄ جي رات جوان دلين جي آهي. جوان اُمنگن جي آهي. مون کيس سيني سان لڳائي ڇڏيو.

"ٻئي ڏينهن صبح جو سوير جڏهن مان کيس سندس گهر جي ويجهو ڇڏڻ لاءِ وٺي آيس تہ هوءَ روئي رهي هئي. مون کيس يقين ڏياريو تہ: سائس ملڻ لاءِ ايندو رهندس. ضرور ملندو رهندس. مون سندس ڳوڙهن کي اُگهيو ۽ موڪلايم. هوءَ ويندي ويندي ڪئين ڀيرا ڪنڌ ورائي ڏسندي رهي، مون هٿ مٿي ڪري کيس خدا حافظ ڪيو ۽ موٽي آيس. اها منهنجي سائس پهرين ۽ آخري گڏجاڻي هئي."

ناخدا جي صحت ڏينهون ڏينهن ڪِري رهي آهي. ٽيڪسي ڏاڍي بي پرواهيءَ سان ٿو هلائي. ٻہ ٽي حادثا بہ ڪيا اٿس. پيٽ بہ وڌائي ڇڏيو اٿس. نيپيئر روڊ جي گلشن بائيءَ سندس مٿان جادو ڪري ڇڏيو آهي. وڏي عمر هوندي بہ پنهنجي ناز نخري سان ماڻهن کي هر ڪائڻ ۾ ڪمال اٿس. هڪڙي ڏينهن منهنجي سامهون ناخدا کي پنهنجي ٻانهن ۾ وڪوڙي چيائين، "جاني.... مون زندگيءَ ۾ هزارين ماڻهو ڏٺا، پر تو جهڙو دلبر نہ ڏٺم." ائين چئي هوءَ هاڻي ناخدا کي ڇڪي اندر وٺي ويئي ۽ در بند ڪري ڇڏيائين. ۽ مان ٻاهر ويهي پنهنجي دوست جو انتظار ڪرڻ لڳس. جيڪو پنهنجي زندگي ڳاري رهيو هو.

قمر وحيد

# ماڻ ڪيان تہ مشرڪ ٿيان، ڪيچان تہ ڪافر

پاڳل چائيو ڇو ڪان ياڳ واري هئي. ائين ڪٿي ڇئجي تہ سندس صدقي پٽس جو ياڳ بہ چوٽ چڙهيو، تہ جيڪر جڳائي. ديندءَ وٽ ڪل ملڪيت هڪ پوڙهي ڏاچي هئي ۽ ڪنهن ورهايل ملڪ جي حدن وانگر پڳل ٿڻل گاڏي هئس. جنهن رات ياڳ واريءَ پاڳل هن ڌرتيءَ تي ٻاڪرڪنتو ٻاريندي قدم رکيو، عين انهيءَ رات ۽ انهيءَ وقت ديندءَ جي ڏاچيءَ کي هڪ گورو ڄائو. اهڙيءَ طرح ديندءَ جي ڏک سک جي ٻنهي ساٿياڻين پنهنجو بار لاهي ديندءَ جي ڪلهن تي وڌو.

ڏيءَ ڇمڙ جو ٻڌي ڪتاب پڙهيل ديندءَ کي نڙيءَ ۾ اهڙو گهٽتو آيو، جهڙو سندن ڳوٺ جي مسيت جي مُلي کي ديندءَ جي مئل ماءُ جو نالو وٺندي ايندو هو. ڳالهہ اُها ڪانہ هئي جو اها مائي ويچاري ڪا ڪاري ڪوجهي هئي، بلڪ ديندءَ وٽ ايترو پئسو ڪونہ هو، جو مُلان جي فتويٰ مطابق مائس جو 'ڪتمو' ڏام ڌوم سان ڪري ها. پاڙي اوڙي وارن چيو بہ هوس تہ: 'ميان مينهن ڍڳي نہ سهي، اها ڏاچي ڪٺي ڪُهہ. اسين بہ ڪٿي ٻہ گرهہ پري سُنت رسول ادا ڪنداسين، ماڻهين جا ٻئي جهان موچارا ٿي پوندا.' پر دينو اهڙو ڪچي، جهڙي پتر.

جڏهن سهُرس بہ ٻُوٽ تي ٻُجو هٽي چيس تہ: 'نياڳا پٽ پينگهن ۾ پڌرا، ننڍي هوندي ئي سياڳو هجين ها تہ ماڻهين جي چيٽان گيهر ٻندي چيلهہ چٻي نہ ٿئي ها.' تہ ديندءَ جي صبر جو پيالو اهڙيءَ طرح سان ڇلڪي پيو، جيئن غريب جي گهر اوسي پت جو ڪُنو. سڄي راڄ جي سامهون ٺهہ پهہ چئي ڏنائين، " اها ڏاچي تہ ڪونہ ڪهندس، باقي جي بخش ڪرين تہ ڌيٽين کي ڪهاڙي مان ڪڍي ڪٺي ديگ چاڙهيان." سندس مهرو، جو مائس جو سڱو ماسات

ٻه هو، سو تپي تاماڻي تي ويو. مست آنٽ وانگر ڇيپ لڙڪي پيس، ڳِڳ ڏسو ته ڏاڙهيءَ کان پئي وهيس، اکر اهڙي رفتار سان وات مان پيا نڪرنس، ڄڻ ته ڪو پاڪستان وري نئين سر ٺهيو آهي. نئين ڪالونيءَ لاءِ نون ماڻهن جون گاڏيون زوزات ڪنديون سرحد ٽپيو ڀڄيون پيون اچن.

ها، سو ڳالهه پئي ڪئيسون ڀاڳل جي ڄمڻ جي. دينوءَ کي ڳُهتو ته اهڙو آيو هو، جو وري شايد قيامت جي ڏينهن ڪيتون ڏيندو اٿي ها، پر ڳوٺ جي اڪيلي دائي- ڪاري منهن ۽ اڇي مٿي واري ڏاڏي زليخا جڏهن ڏنو ته دينوءَ جو ڪجهه اهڙو ضروري آهي، جهڙي ڀڳل ٽٽل مسجد مان پنج وقتي ٻانگ اچڻ، نه ته سوا رپيو ۽ لٽپ اٿي ڇانورن جي ٻه نصيب نه ٿيندي. تڏهن مائيءَ پنهنجي ناد اسرافيل جهڙي آواز ۾ چيو: ”ابا دينو، شل ڄڙين ٻچين. سيا ڳي ڏيءَ، نيا ڳي پٽ کان ملوڪ آهي. ڀاڳن واريءَ تنهنجي گهر ۾ قدم رکيو آهي. اچڻ سان تنهنجي ڇانورن ۾ واڌ پئي آهي. ابا، اڃان ته ڀاڳ جو پيڙو شروع ٿيو اٿئي. مولي ڪندو ته اکيان هوندين تون، پٺيان هوندئي حلوو سيرو.“

حلوي سيري جي نالي تي دينوءَ کي وري مسيت جو مولوي اکين اکيان ڦري آيو. دل ۾ پڪو پهه ڪيائين ته رکو حلوو گهر ۾ پچائڻ لائق ٿيان، ته انهيءَ مُلي کي ڪارائي اما جي عاقبت ضرور آجي ڪرائيندس. ڏاڏي زليخا جو چوڻ واقعي سچ نظر آيس. ڀانيائين ته ڀلي گهوڙي وانگر سندس قسمت ٻه هاڻي وارو ورايو آهي. اڃان ماڻس جو ڏک تازو هو، انهيءَ ڪري ٿهڪ کونه ڏيئي سگهيو، باقي ٻندرا ٻن جي ٻاندر وانگر وڏا ۽ پيلا ڏند ٽيڙي ٻيهي رهيو.

ڏاچي وٽ عالم ڪنيار کي ويهاري، دينو گهر ۾ گهڙيو ته جوڻس جي ڪنجهڪار پئي پئي. پراڻيءَ رليءَ ۾ نئون آيل آدم جو ٻچو ويڙهيو سيڙهيو پاسي ۾ پيو هوس. دينوءَ کي گوري جو پورو رنگ ۽ ڏيٺس جو اڇو رنگ پهريائين ته هڪ جهڙا لڳا، پر پوءِ خبر پيس ته جيڪا لالائي ننڍڙيءَ ابهم ۾ هئي، سا گوري ۾ اٿلي هئي.

ڏاڏيءَ زليخا اڳ ۾ ئي ڳهاٽ گهڙي ڇڏيو هو ته ڇوڪريءَ جو نالو پاڳل رکبو. پيو نه ته نالي وٺڻ سان دينوءَ جو هاڃءُ پيو ٿرندو.

پاڳل واقعي پاڳ واري هئي. هڪ هفتي اندر دينوءَ وٽ ڳوٺ جي مُلي چار دفعا چڪر هنيا. ضرورت دينوءَ جي نه، پر سندس ڏاڇيءَ جي هئي. اسلام پسندن 'يوم شوڪت اسلام' پئي ملهايو. ڳوٺائي مُلي کي ٻه شوق جاڳيو هو، ته ٻه-تي آٽ سينگاري عالمن جي اڳيان پيش ڪجن، ته جيئن ڳوٺ وارن کي 'سچا مسلمان' ۽ 'امت رسول' جو لقب چڱيءَ طرح سان ملي وڃي ۽ سندس نالو به 'صالحين' جي لسٽ تي، لکت ۾ اچي وڃي. پهلا اهڙو ڪنهنجو پاڳ، جو رُنل مُلو پاڻمرادو پرچي پوي. وڏي ڳالهه اها ته جمعي جي نماز ڪانپوءِ جڏهن ڳوٺ جي سڪيلڏي مُلي پورو هڪ ڪلاڪ بيهي وڏيون وڏيون آيتون پڙهي، دينوءَ جي ماءُ جي عاقبت آجي ڪئي ۽ سندس سخاوت، سچي راج پاڳ کي ڪم ڪاراچڻ ۽ مهمانوازيءَ جا قصا بيان ڪيا، ته نه فقط دينو، پر سڄهرس به لُڙڪ روڪي نه سگهيو. محسوس ائين پئي ٿيو، ته ڄڻ ماڻس ڪا نئين سر اڄ مُئي آهي. هر هڪ ويجهو اچي پاڪر پئي پاتس. مطلب ته اهو دينو، جو ڪوڙهه جي ڦٽ وانگر نفرت جو نشان بنجي چڪو هو، سو اڄ پاٽ پٽ وانگر سڀني کي پيارو ٿي پيو هو.

يوم شوڪت اسلام ڇا آيو، دينوءَ لاءِ عيد ٿي وئي. ڳوٺ ۾ ڄڻ ته ميلو لڳو پيو هو. مُلان، وڏيري جانڻ جو غسل ميت وقت لاٿل وڳو دينوءَ کي ڪٽي پارايو. ڳلن ۾ ريشمي پوتين سان سينگاريل آٽ ڳاڏي ڏسڻ لاءِ ڳوٺ جا جوان، پوڙها، ٻار ائين ڳڏ ٿيل هئا، جيئن دينوءَ جي شاديءَ رات شهر مان گهرايل اڏڙوٽ نگينه بائي آگره واري جي فلمي ناچ لاءِ ڳڏ ٿيا هئا. گهر ۾ به ته ڄڻ شادي لڳي پئي هئي. ڳوٺ جي صالحين ڇٽن جون ديڳيون لهرايون هيون. جوڻس جي قول مطابق 'رنن ڦڪا پئي هنيا.' سوا مهيني جي ڇاول ٻار پاڳل، جنهنجي ڄمڻ جي وقت ڪان ڪنهن منهن به ڪونه ڏنو هو، سا سڀني جي اکين جو تارُ بڻجي چڪي

هئي. اجان هڪڙي 'ٿان' تي ڪيائين، ته ڏهه هٿ جهٽڻ لاءِ ويجها ٿي آيس.

الله اڪبر جي نعرن سان قافلو شروع ٿيو. ڳوٺ کان ٻاهر نڪرندي نڪرندي ڏينهن ٿي ويو. دينوءَ جو منهن ڏسوس جهڙي چٽيل چانهين، ماٺس جو مڪيل نندي هوندي وارو اصلي مٺو تيل به منهن مان وهڻ لڳس. اسلام زنده باد جي نعري تي اهڙي هڪل پيو ڏي، جهڙي 'هوشوءَ جي هوڏ'. ڏاچيءَ جا قدم به ائين ٿي پيا، جهڙي لال ڪنوار جي لوڏ، ڪيئن شهر پهتا ۽ ڪهڙي نموني جلوس ختم ٿيو، دينوءَ کي ڪجهه به ياد نه رهيو. بس ياتئين پيو ته ڪو تارن جي وچ رستو آهي، مٿس گلن جي ورکا پئي ٿئي. حورون چيلهه پڳل ماٺس کي هنج ۾ کنيو نعرا هڻي رهيون آهن ۽ بس.

وقت ختم ٿي ويو هو، هوش آيس ته ڏٺائين ته ويهارو کن اُٺ گاڏيون هڪ ميدان ۾ جمع آهن. هڪ شخص جنهنجو منهن رکو ڏاڙهي هو. اکين جو پتو ڪونه ٿي پيو، پيشانيءَ جي بدران تاج محل جو گنبذ پئي نظر آيو. سائي جُبي ۾ ويڙهيل ڪجهه چئي رهيو هو. دينوءَ جا ٻئي طبق روشن ٿي ويا. ماٺس کي ته مسيت واري مُلي اڳ ئي بخشي ڇڏيو هو، پر هن بزرگ ته جلسي ۾ آيل سڀني ماڻهن کي ڏهن پيڙهين سوڌو بهشت جي بشارت ڏيئي ڇڏي هئي. ويتر جو ڳوٺ واري مُلي کيس بزرگ جي آڏو ٻيهاري چيو، "حضرت، هي سچو اسلام پسند، دين محمد آهي." تنهن ته دينوءَ کي آسمان تي پهچائي ڇڏيو. بزرگ ڀاڪر پائي پُٺي پئي ٺپريس ۽ دينو سندس ڏاڙهيءَ ۾ منهن هنيو خالص عطر خس جي خوشبو سونگهي رهيو هو. دل ۾ چيائين ته: 'اي ڀاڳ واري ڀاڳل، پر ڀهينا اڳ چمين ها ته هي عطر ضرور ڏاڏيهين جي ڪفن ۾ هڻان ها.' خوشبو نڪ مان گهڙي معدي تائين پهتيس ته کيس پيٽ ۾ بک جو احساس ٿيو. اوچتو هٿ الائجي ڪيئن وڃي ياحضرت جي ڊگهي جُبي جي ويڪري کيسي ۾ پيس. پيٽ ۾ ٻاهه پڙڪو ڪاڍو، آسماني بهشت کي سپاٽي تي ڇڏي، دينوءَ جي هٿ اڄ جو بهشت قابو ڪري ورتو. اعليٰ حضرت اهڙي ته جوش ۾ هو، جو دينو ٻوڏي پٽي ونيس ها، ته

به خبر نہ پويس ها. هيءُ تہ هڪ سائو نوٽ ’ اِڌر ڪا مال اُڌر‘ تي ويو.

رات جو دينوءَ کي اهو ديگڙو نہ مليو، جنهن ۾ گوشت کي پڄي ڪائي. هر گرهہ ڪانپوءِ ڀاڳل کي چمي پيو ڏي. پيٽ ڀريس تہ دينوءَ کي اُوگرائيءَ سان گڏ اسلام پسندن جو عطر ياد اچي ويو. عاقبت جي ڊپ ورائي ورتس. ننڊ ئي نہ پئي اچيس. سڄي رات پاسا ورائيندي گذري ويس. دل ۾ پڪو پہ ڪيائين، تہ صبح ٿيڻ شرط مُلان کان ضرور معافي وڃي وٺندس.

ٻانگ کان اڳ ئي مڙس وڃي مسيت ۾ ڦهڪو ڪيو، حجري ۾ روشني نظر آيس. اندر جو گهڙي تہ مارا مُلي جي اڳيان ڳاڙها، ساوا ۽ بلو نوٽ ڍير ٿيا پيا هئا ۽ مُلي جون آڱريون تسبيح جي داڻن کان به تيز مٿن هلي رهيون آهن. ٻهرين تہ مُلي کان چرڪ نڪري ويو، وري دينوءَ کي ڏسي سرهو ٿيو. ”آءُ دين محمد، چڱي وقت تي آيو آهين، ڪر خبر، گهڻو ڪمايئہ.“

دين محمد ڪڪو ڪوٺي بيهي رهيو. پيشانيءَ تي پگهر مڙي آيو. پوڙهن وانگر هٿ پير ڏڪڻ لڳس، سمجهيائين تہ اجهو ٿو بهشت هٿ مان کسجي.

مُلو سڀڪجهہ سمجهي ويو. پيار مان هٿ کان جهلي پاڻ سان گڏ ويهاريائينس. ”يائو، يارن کان ڪهڙو لڪائڻ، هٿ جي پورهي کي الله به حلال ڪيو آهي. مون ياحضرت جي ڪيسي مان توکي هٿ ڪيندي ڏسي ورتو هو. يار، تون تہ ڪو اڳ جو اُستاد آهين، پاڻڪي تہ ٻهرئين دفعي فقط آٺ آنا مليا هئا. ان ۾ ڪهڙو حيا، ڪهڙو شرم. ڪميونسٽ تہ ڪونہ آهيون، جو ماڻهن کان زبردستي ڦريون. الله جا بندا آهيون، جيڪي الله ڏياريندو، اُن تي راضي. تون فڪر نہ ڪر، اڃان گهڻا موقعا ايندا. سات ڏنئي تہ بهشت تائين گڏ هونداسين.“

بهشت جي اکر ٻڌڻ سان، دينوءَ کي وري ماڻس ياد آئي، جيڪا چپيءَ چپلهہ سان حورن جي هنج ۾ ويٺي هئي. ننڍڙي ڀاڳل ياد آئي، جنهنجي ڀاڳ، ايندي شرط پيڙو ڏنو هو. پنهنجي پوڙهي

ڏاچي ياد آئي، جنهن ۾ هاڻي بار ڍوئڻ جي طاقت نه هئي. ۽ اُن
ڪانپوءِ اهو اعليٰ حضرت ياد آيو، جنهنجي ڏاڙهيءَ مان عطر خس
۽ ڪيسري مان نون نوٽن جي هٻڪار پئي آئي.

مولوي دين محمد پٽ نيڪ محمد اوٺي، ان ڏينهن کان سچن
صالحين جي ڪٽنب ۾ شمار ٿي رهيو آهي ۽ ٿيندو رهندو.

---

## سهڻي پبليڪيشن جي سهاري هيٺ نڪرندڙ

## هفتيوار مخزن

# سنڌ سجاڳ

جي لاءِ پتو پيو آهي، ته انهيءَ نالي جي شهرت کان
متاثر ٿي ڪنهن ٻئي سڄڻ به ساڳي نالي سان ڊڪلريشن
ڀريو آهي. جيڪڏهن **سنڌ سجاڳ** جو ڊڪلريشن
اسانکي نه مليو، ته اسين 'سنڌ سجاڳ' جي ملبل امداد
مان ڪنهن ٻئي نالي سان تمام جلد هفتيوار مخزن
ڪيدنداسين. پرچي جي نالي جو پڻ جلد اعلان ڪيو ويندو.

ط - ۱

**قبول اڻڙو**

# پيار جا ناتا

شاهده ۽ شهناز ٻئي ڀينر هيون. هڪ ئي شهر، هڪ ئي پاڙي، گهر گهر سان ٻنهي جي شادي ٿي. شاهده جي مڙس کي الائي ڇا ٿي ويو، جو شاديءَ کان پوءِ ڇڻ زبان ئي ڪپائي ڇڏي هئائين. نه ته شاديءَ کان اڳ ڪير هن سان ٽڪڙو ڳالهائي. هر ڪنهن کي تعجب ۽ وات ۾ آڱريون. زالن ۾ ته هنجي ڏاڍي تعريف ۽ شاهده تي ريس، ته واه جو مڙس مليو اٿس. ڇڻ ته مڙس شاهده آهي ۽ هو هنجي زال. گهر ۾ ايندو ته حرام جو ڪا ٻڙڪ ڪڇي.

ويچاري شهناز ته پندرهين ويهين ڏينهن ضرور مار کائي. جيتوڻيڪ رات ڏينهن زال مڙس در بند ڪيو ڪوٺيءَ ۾ پيا ڳٽ ڳٽ ڪندا هئا. پر الائي ڇو ويچاريءَ جي قسمت ۾ ايترا موچڙا لکيل هئا. جڏهن شهناز مار کائي روئيندي هئي، ته هنجي ڀيڻ وٽي جهڪ کائيندي هئي.

هڪ ڏينهن وري شهناز مار کاڌي. ڳالهه به وڏي ڪانه هئي، فقط ويچاريءَ ٻاڏيءَ ڏيڻ ۾ دير ڪئي.

”ڀلا تون ڪيترا ڏينهن ويٺي مار کائيندينءَ؟“ هنجي وڏيءَ ڀيڻ شاهده چيو، ”ڏاڍي چري آهين، اهي ايئن سڌرندا ٿورو ئي. جيستائين انهن سان اهڙي هلت نه هلبي، تيستائين پيا گڏهه وانگر ڪٽيندا.“

’ڀلا مان ڇا ڪريان،‘ هن پنهنجي دل ۾ روئيندي سوچيو.

”ٻڌ ته تو کي ٻڌايان،“ هنجي ڀيڻ هنجو منهن مٿي ڪندي چيو. ”منهنجي ڳالهه خيال سان ٻڌ، سڄي عمر ڇٽي پوندينءَ. ڏس مان ڪهڙو نه گز ڪيو آ مڙس کي، مجال آ جو هڪ لفظ ڪڇي. پهريون هو به ڏاڍو آڪڙندو هو. هڪ ڏينهن جي ڳالهه ٻڌايانءِ ٿي.

”ماني ڏيندي، مونکان ٻاڏي رکڻ وسري ويو. مڙس کي لڳي

ڪاوڙ. 'انڌي آهين، مانيءَ سان پاڻي نه رکيو؟ يا آهو ڪو ٻيو نوڪر آڻيندو؟' 'آڻي ٿي ڏيانءِ. ماني شروع ٿي نه ڪئي اٿئي، اڳيئي ٿو ايڏو گرم ٿئين'، منهنجو ايترو چوڻ ۾ هنجو آمارو ڪري اٿڻ، چيائين: 'هاڻي ٿي ڳالهائڻ سکيو ٿئي'، چڱي مار ڏنائين. مان ته ٻڙڪ نه ڪڇي. هنجو من وڌي ويو، ٻه ٽيرا مارياڻين. مون سوچيو، جيڪڏهن ائين ٿي قربانيءَ جو ٻڪرو ٻڌبو ته هروڀرو پٺي مار کائيندس، هي ته منهنجا لاهه ئي پٺي ڇڏيندو.

"پوءِ دل ۾ پڪو ارادو ڪيم ته جيڪڏهن هاڻي بيگناهه مارياڻين، ته مان به چڱيءَ طرح ڏسندس. پوءِ ڪٿي ڪٽڪٽي مار ڦٽڪي چو نه وجهي. ائين ئي هڪ ڏينهن ٻوڙ رڌندي رهي جو چندو لٽڻ تي پئجي ويس. ٻڌاءِ اها به ڪا غلطي هئي؟ ائين قضا سان ٿي به ويندو آهي. گار ڏئي ڪٽي آلر ڪيائين. ما ڪهي به آئي ڪاوڙ. ڪٽي پليٽ ئي هڻئين مانس مغز ۾. پوءِ اچي ورتائين. مان به اهڙا رانبوٽا پاتامانس، جو منهن ئي سڄي ويس. اهو ڏينهن، اج جو ڏينهن، وري نه نالو ڪنيو اٿائين. هاڻي ته ڪيترا ٻه ڦٽ لعنت ڪيانس ته به ويچارو چپ."

'جائي ٿي چئي. جنهن سان نه ڪڇ، سو وڃي اڳهلندو. اچي ته مان به چڱيون سوريون ٿي ٻڌايانس' هن دل ۾ سوچيو.

"تون جيئن نه ڪچندينءَ، تيئن پنهنجا چنڊا پٽائيندينءَ،" هنجي پيرڻ ويندي ويندي اهو تير چوڙيو.

"ماني ڪٿي آ؟" هنجي مڙس ايندي شرط چيو.

هوءَ ماني ڪٽي آئي ۽ ڏئي ڪري ٻيءَ کٽ تي ويهي رهي.

"ٻلا وڃڻو ڏي صاحب، سائينءَ جا ته هٿ نه ورندا، جو ڪٽي هڻ. ڏسين نٿي ته پگهر ٿو ٽمي."

هوءَ اٿي ۽ وڃڻو ڪٽي هڻڻ لڳي. هنجي مڙس وڃڻو کسڻ ٿي چاهيو، پر هوءَ پري ٻوٽ ڪري، چپ ٻڪوڙي هڻندي رهي.

"بس ٻلا، پگهر سڪي ويو،" هنجي مڙس چيو. "هاڻي اڳتون ويهه."

”ڇو؟“ هن رُڪائي مان ڇيو.
”اڙي ڇري، ٻچين ٿي ته ڇو. پرين امانجو ٻيٺي ٻيٺي ٽڪجي پيو هوندو، ڀڳهر به نڪتو هوندس. هاڻي هيڏئون ويهي ته مان وڃئو هٽائين نه.“
”سڪئي ڀڪائي،“ هن پري ٻوٽ ڪري ڇپن ۾ ڪلندي ڇيو.
”ڀڪائي ڪين ماري رکيو تي.“ ايئن چئي هنکي ٻانهن کان وٺي ويهاري ٻاڪر ۾ ڪري، هنجي ڳٽن تي پنهنجا ڇپ رکيائين.
هنکان به رهيو نه ٿيو ۽ انهيءَ پيار تي خوش ٿي کلي ويئي.
”اڇي ڪاءُ، تو ڪانسواءِ لنگهي ٿو گره نڙيءَ مان،“ هنکي مڙس ڇيو، ”۽ در به ٻيڪڙي آ.“
”ڇو؟ ماني ڪائيندين يا....“
۽ ٻئي ڪلي هڪٻئي جي وجود ۾ گم ٿي ويا.

هڪ ڏينهن هنجي ٻيٺ آئي ۽ ساڳئي ڪٿا شروع ڪيائين:
”هاڻي منهنجو مڙس اهڙو سڌو آ، جو ڪٽي ڇا به ڇوانس، اهڙو ڪُڇي، جهڙي ٻِت.“ هن ڪلندي ڇيو، ”گهر جو ذري ڳهٽ سڄو ڪم پاڻ ڪري. صبح سان سوير آٿي ڇانهه ناهي. پوءِ مونکي ٻيٺڻ لاءِ آٿاري.“
”پر ٻيو ته ٺهيو، ڪلهه ڇوڪرُ هنگيو، مان اڃان اٿيس ڏي مس پئي، ته هو به ٻاهرون اندر آيو. مان آٿيٺي ويهي رهيس. ڇيومانس: ’ٻيبيءَ جا ٻيءُ، ڇوڪر ڪي ته ڏوءِ.‘ ويچاري ڪجهه نه ڪُڇيو. ڪٽي پاڻي، ڏوئي ڇڏيائين، ۽ پاڻ ئي ميڙي، ٻاهر به آڇلايائين.“
”’ٻيو ڪو حڪم سرڪار،‘ هن ڇيو.
”’ٻيو ڪو خاص حڪم ڪونهي،‘ مان ڇيومانس، ’ باقي ماني ڪاٺي سرڪار ڪي زور ڏي. اڄ سرڪار ٿڪجي پئي آهي.‘“
شاهده فخر ۾ ڪنڌَ مٿي ڪٽندي ڇيو، ”’ماني پوءِ،اول سرڪار جو حڪم.‘ ائين چئي ويچاري زورَ ڏيڻ شروع ڪيا، جيتوڻيڪ پيٽ ۾ آنڊا ڪڙڪات لايو ويٺا هئس. جڏهن پاڻ مرضيءَ تي روڪيومانس، تڏهن وڃي ويچاري ماني کاڌي.“

شهناز جي دل ۾ هڪ هڪ لفظ ڀاهه ٻاري رهيو هو. هوءَ پنهنجي متعلق سوچڻ لڳي: هجن ته مڙس اهڙا. هتي ته نسورو ناحق لڳو پيو آهي. سويل اٿي چانهه ڪر، پوءِ ڏهه دفعا سائينءَ جن کي آٿار، تڏهن وڃي مس اٿندا. زور ڏيڻ ته ٻري رهيا، پر صاحب جا بوٽ به پير مان اسان لاهيون. ڪيڏو به ڪم ڪري ٿڪ چو نه هجي، ته به زورَ ۽ لتان ضرور ڏجن. انڪار ڪر ته ٻادر ڀسيو پيو آهي. پر هڪ ڳالهه آهي. پيار به ته گهٽو اٿس نه!.... پر ٻين ڏجي اهڙي پيار ڪي. روز گڏهه وارو ڪُتڪو. چا به تي پٽي، هاڻي مان به مزو ڏيکاريندسانس. ڀلا مان شاهده کان گهٽ آهيان؟ ننڍي هوندي مان ٿي ماريندي هئي مانس. ٻاڻ ڪڏهن به ماري نه سگهي هئي.'

هوءَ انهيءَ خيالن جي اٿاهه سمنڊ ۾ گم هئي، ۽ تيزيءَ سان هر ڳالهه هنجي ذهن ۾ ڦرندي رهي. هنجي پيڻ چوندي رهي:

"ٻارن کي وهنجاري ۽ سنهاري به آهو. هند به اهو ئي وڃائيندو آهي. منهنجا ته چڻ هڏَ ئي حرام ٿي ويا آهن. ماني ٻوڙ به الائي ڪيئن ٿي ڪيان. ويچارو جي گهر هميشه موجود هجي ته ٻوڙ ماني به اهو ئي پچائي.

"نه ته ڀهريون، جيڪڏهن قميص ۾ فقط ٻٽڻ ٽاڪڻ وسري وڃي، ته به توبنهه. چڻ وڏو گناهه ٿي ويو، ڏچر مچائي ڏيندو. اهو ڏسن ئي ڪونه. ته ڪيئن ٿيون هيڏو سارو ڪم ڪن. احساس ئي ڪونه. ڀاهريون ايندا ته وڻ گهوڙي نه ٻڌندا ۽ منٿون سيٽيا ايندا. چڻ ڪو ڳنهي ورتو اٿائون يا نوڪرياڻي ڪري رکيو اٿائون."

شاهده وٽي ته هن پنهنجي دل ۾ ويچار ڪيو. ڳالهه ته سورنهن آنا ئي نيڪ لڳي. 'هاڻي مان به هنکي ٻڌائيندس ته ڪا نڊڙڪي يا ڪا نيپٽي آئتي ته ڪونهان، جو ڪٽي ورتو ٿي ڪَٽڻ. هاڻي جي ڪنهن به ڳالهه تي سيٽيو، ته پوءِ بس ما ڪي به وجهه ملي ويندو. چڙو ڪو لفظ چٽي پوءِ ڏس تماشو.'

سڄي رات هنجي ذهن ۾ شاهده جي هڪ هڪ ڳالهه ٿي ڦري. صبح ٿيو ته هنجو مڙس ڪجهه دير سان آٿيو ۽ تڙ تڪڙ ۾ ماني کائي سنيرڻ لڳو.

”شنو، جلدي لتا ڪيڊي وٺ ڀلا،“ هنجي مڙس چيو. ”چا چوان تو کي منڙي، ڏس لٽن ۾ اڱڻ ڪونہ وڌو ٿي نہ.“

”اچي وڃو سائين،“ هن ڪپڙا ڏيندي پياري انداز ۾ چيو.

”نڪاءُ جو چنبو هٽاءِ تہ ڳٽو ڦري وڃئي،“ هنجي مڙس قميص پائيندي ڪاوڙ ۾ تپي چيو. ”هڪ دير، پيو خانصاحب بڻ نہ هنيا آهن. تو کي ڪو پنهنجو خيال نہ هوندو آ، ايئن وائيسرَ ڦري ويا اٿئي.“

”الا، ما کي خيال نہ رهيو،“ هن ڪلندي چيو ۽ ٻڪندي سئي سڳو ڪٽي آئي. ”ڏي تہ منٽ ۾ ٿي هٽي وٺان.“

”جيڪر ڳٽو ڳاڙهو ڪري ڇڏياءِ،“ هنجو مڙس اڃا ڪاوڙ ۾ ڦوڪيل هو. ”تڦ سان ٻروڪي دال ڪيڊي ڇڏياءِ.“

”غلطي ٿي وئي جاني، معاف ڪر.“

”جانيءَ کي هڻ ڪڏ ۾، جلدي بڻ هٽي وٺ.“

’هجي ها شاهده تہ پاڻهي ڏينهن جا تارا ڏيکاريس ها،‘ هن بڻ هٽندي سوچيو ۽ بڻ هٽي مڙس کي پاکر پائيندي چيو، ”ايئن ئي ٿو ڪاوڙجي وڃين.“

”اڄ وري ڇو ايئن پيلو ٻوٽ ڪري ويٺي آهين؟“ هنجي پيڻ ايندي شرط چيو، ”ڪيڏو ٿي سمجهاياڻءِ، تہ اهي مٺا ڪو ايڻ سڪڻ جا آهن. ايئن تہ پئي ڪٽبينءَ عمر ساري. گهٽا ڏينهن ٿيا هوندا. مس ويهہ ڏينهن بہ ڪونہ گذريا هوندا.“

هوءَ فقط روئيندي رهي.

”تو بہ گهٽو ئي خيال ڪيو اٿئي. هاڻي ڏينس هي گهر پنهنجو، چڙي مار ڪاڻ لاءِ تہ ڪونہ شادي ٿي هئي تنهنجي. اڄايو ٿي سڪٽو ڳرين. ہ پاڻي ڪرينس، وڃي ويهہ امان وٽ. اهي تنهنجو تڪر ڪونہ لهندا ڇا؟“

”اڄ جي خبر نہ ورتي ماس تہ منهنجو نالو بہ ڪنهن ڪتيءَ تي رکجاءِ،“ هن سڏڪو ڀريندي چيو. آخر چپ ڪري ڪري هنجي دل اڄ ڦاٽي پئي. ”اڇي تہ مان بہ تازي ٿي ڪيانس، ڇڻ نڏڪي هئي مان نہ، جو ڪٽي هيڙي دوزخ ۾ وڌائون. ڇڻ مونسان

تہ کو ساڙ هئين.“

”مائٽن دوزخ ۾ ڇو وڌءِ؟ تنهنجو ئي سچ لٽل آ.“هنجي پيڻ ڇيو. ”اسان بہ تہ زالون آهيون. اسانکي بہ تہ مڙس آهن يا ڇڙو تون ئي آهين. اڇئي تہ کولي کولي ڀدائينس تہ مان تنهنجا اهي واري سان ڊيکا کونہ سهندس.“

پوءِ شاهده وري پنهنجو قصو شروع ڪيو: ”اج مان بہ کارُ چاڙهي هئي، لٽا ڌوئيندي دير ٿي وئي. رڌو پڪو اڇا کونہ ڪيو هو، تہ مڙس بہ اچي ويو. ٻَـکَ ڏاڍي لڳي هئس ڪا، چيائين: 'ماني ڇو نہ ڪئي اٿئي. ٽيپهريءَ کارائيندينءَ ڇا؟'“

هنجي چپن تي مشڪ تري آهي. ڇڻ چئي رهي هئي تہ: ڏس مَتنَ، منهنجو ڪيڏو نہ راج آهي ۽ ڪيڏو نہ دٻدٻو آهي مڙس مٿان.

”'پاڻ تہ سڄو ڏينهن چرَڪو لايون وينيون هجو گهر ۾، باقي ٻکَ تہ اسان مرون، توهانکي ڪهڙي پرواهہ.' هو ڪاوڙ ۾ ائين چئي ويو. ادي ڇا ٻڌايانءِ، ڏاڍو ڏک ٿو ٿئي هاڻي. پر مان بہ اڪيلي لٽا ڌوئيندي ڪڪ ٿي پئي هُيس. هونئن هوُ گيڙو ڏيندو هو، پر اج ڪم سان ويل هو، تڏهن نلڪي کي اڪيلو پئي گيڙيم. اهي بہ خار هيم دل ۾، پوءِ تہ ڏاڍو ڳالهايو مانس، 'اهڙو خانصاحب آهين تہ ڪا نوڪرياڻي ڏار. ڏسين ٿو تہ لٽن مان هاڻي جند ڇڏائي اٿم.'

”پوءِ تہ ادي ڪاوڙ ۾ ويچاري کي بہ سوٽيون بہ هنيون. هڪ مٿي تي تہ ٻي پنيءَ ۾ لڳس. پنيءَ تي تہ ٻنو نهي پيس ۽ ٽڪڻ ۾ بہ وڏو ڦوڙهو ٿي پيس. هڪ لفظ نہ ڪچيائين، ڪٽي ياڇي پاڻ پڇاڻڻ لڳو. مان بہ ڊِنگُ ٻڌجي ڪٽ تي سمهي پيس. ياڇي ماني ڪري اول مونڏي ڪٽي آيو.

”'اڇي ڪاءُ' هن چيو. پر مان اڇا ڦوڪي ويٺي هيس. 'ماڪي ڪهڙي خبر تہ تو سڄو ڏينهن لٽا پئي ڌوتا، اڇي وٺ ٻکَ لڳي هوندءِ.'“

پوءِ ڪِلي چوڻ لڳي، ”ٻڌاءِ ڪري سگهندينءَ ائين؟ آهن تنهنجا اهڙا نصيب. مڙس مليو آ مکڻ.“

شهناز ڌَـٻيءَ ۾ پئجي وئي. 'اسان بدنصيبن جا اهڙا ڀاڳ

ڪٿي! سَوَنَتي تہ پري، پر هتي لفظ ڪڍڻ جي بہ پڻي ڪانهي. اڄ مان بہ صفائي ڪندس، يا هيڏي يا هوڏي، ڇٽي تہ اڳو پوءِ جند ڇٽندي، نہ تہ موچڙن جا ڪوڙ تہ آهيون ئي سهي.

ايتري ۾ شهناز جو مڙس اچي ويو، اندر وڃي ڪوٺيءَ مان ڀاڻيءَ لاءِ واڪو ڪيائين، پر هن ڳالهائڻ ۾ نہ ڏنو. آخر نڪري ٻاهر چيائينس.

”ڇگو ادي، مان هلان ٿي،“ هنجي ڀيڻ اٿندي چيو. ”پر مُڙمي ڪندي ڪر.“

جڏهن شهناز ڀاڻي ڪٺي آئي تہ هو ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو لڳو پيو هو.

”ٻڌندي نہ آهين؟“ هنجي مڙس چيو ۽ ڳٺي تي چماٽ جو ڦهڪو ٿيو. جيستائين هوءَ ڪجهہ سوچي، تـڦن ۽ لتن هنجا پاسا چاڙهي ڇڏيا. هوءَ ڪٽ تي ڪري پئي. فقط ايترو چيائين، ”پلا تون منهنجي ڪڍ ايڏي پائيندڙ ڇو ٻڌي آ.“

هو مار ڏئي خار ۾ ٻاهر نڪتو هليو ويو. هنجي ڀيڻ دبڪا ٻڌا تہ خوشيءَ مان گهران پڇندي آئي. هنکي ڪٽ تان مٿي ڪڻندي چيائين، ”مار ڪاڏهءَ، باقي اڳتي هو بہ ڊڇي هٿ ڪڻندو. ڏي خبر، ڪاٿي ڪاٿي تو ڏڪ هنيس.“

”مان ٿي ڏڪ هڻي سگهانس،“ شهناز روئيندي چيو. ”هي ڏس پٺيءَ تي....“ شاهده پـُٺ ڏٺس تہ چنبن جون آنگريون نهيون پيون هُيس.

”تون بہ صفا ٻوگهلي آهين. مان ٿي چوان تہ تو ڪان ڪجهہ نہ ٿيندو.“

”پلا مان ڇا ڪريان، ڪاڏي وڃان؟“ هن سـڏڪو پريندي چيو. ”اڃي تہ مان اصل نہ ڳالهائيندي مانس، ڪٺي مري ڇونہ وڃي.“

”تو ڪان اهو بہ نہ ٿيندو.“

”ڏسجانءِ ني،“ هن مضبوط ارادي سان چيو.

”تہ پوءِ رات سـمجهان بہ ڏار،“ ڀيڻس زور ونائيندي چيو.

”ڏس تہ پوءِ ڪيئن نہ تو ايلاز ڪرئي.“

رات جا ڏهه ٿيا، پر هواڃان ڪونه آيو. شهناز دل ۾ سوچيو:
ته الائي ڇو نه اڃان ظاهر ٿيو آهي. جيڪو سچو ڏينهن ٻڌو ٿيو پيو
هوندو آهي مون وٽ، توڙي وڙهيل ڇو نه هجي. سو اڄ هن مهل
تائين غائب آهي. منهنجي اُنهيءَ ڇوڻ تي ته خار نه لڳس. ماري ته
ماري، ڳالهائي نه ڳالهائي پر هجي ته سهي.

رات جا يارنهن ٿيا ته هو گهر آيو. هيءَ اُٿي ۽ ماني ڪٽي
اڳيان رکيائينس. هن مانيءَ کي پري ڪندي چيو، "ڪهڙ تون ٿي
ڪاءُ شهزادي. اڄ وري ڳالهائڻ به سکي ورتئه. پيڻ وارا پرڪار ٿي
پڌرا ڪرين ڇا؟"

هوءَ ڏار ته نه سٽي، پر منهن ورائي ٻئي پاسي تي سمهي پئي.
'اڄ ڇابه ٿي پئي، مان ٿي ڳالهايانس. ڇڙ ڪا عيوض ۾ آئي آهيان.'
ننڊ مان جاڳ ٿيس ته اڌ رات ٿي چڪي هئي. ڪنڌ ورائي
مڙس کي ڏٺائين. جو ڪنڌ ڦيريون ٻئي پاسي سٽو پيو هو ۽ اونده
۾ هن ڏٺو ته هو به جاڳي پيو. هنکي پاڻ تي خار اچڻ لڳا. 'الا، هو
ته جاڳي ٿو، باقي هنکي ڇو ننڊ ورتو.' پاسو ڦيري ننڊ جي بهاني
مڙس تي ٻانهن رکيائين. هونئن نه ته ائين ڪرڻ سان مڙسهنس ڦري
ڀاڪر پائيندو هو. اڳ هوءَ ڀڪائي ڪندي هئي ۽ هو زور سان
ڳيٽي ۾ ڇڪ پائيندو هوس ۽ هنجي دل جا سيئي سور وسري ويندا هئا.
۽ پوءِ نيٺ هن مڙس کي ڪٽي ڀاڪر پاتو.

"ڇو ڀاڪر پاتو ٿي؟" هنجي مڙس بي رخيءَ ۾ چيو. "ڪڍ
ٻانهن، نتو گهرجي. پيڻ ڪان اڃان وڌيڪ سڪي آءُ."

"مار به اسان کائون، ڪاوڙ به اسانتي." هن روئندي چيو ۽
ڳوڙها هنجي ڳٽن تان ٿيندا، مڙس جي وات تي پيا. تڏهن مڙس به
ڀڪائي ڇڏي.

"نه روءُ منڙي، اجايو ڪاوڙ ڏياريندي آهين نه. ڪيترو سمجايو
اٿمانءِ ته ڪنهن ڳالهه ۾ نتائيندي نه ڪر، پيٽين خانو خراب ڪندءِ."

"ايمان سان مان ڪونه ٻڌو هو."

"ڇڱو بس پلا. هيڏي ڪر منهن مٿي، ته تنهنجا ڳوڙها پيان.
ڪيڏي نه پياري آهين، بس ڪر نه. مونکي به روئاڙيندينءَ ڇا؟"

محمود تيمور

# اُونهاري جي موڪل

بليغ آفندي سرڪاري ملازم هو. هنجا آفيسر خواه زيردست به هنجي شرافت ۽ نيڪدلي جي تعريف ڪندا هئا. هو پنهنجو ڪم بلڪل چڱيءَ ريت پورو ڪندو هو ۽ ڪيترن سالن کان هن اُونهاري يا سياري ۾ هڪ ڏينهن به موڪل ڪانه ورتي هئي. صبح جو آفيس ويندو هو ۽ شام جو ڪجهه وقت ڪيفي ۾ گذاريندو هو.

هيل اُونهارو سخت هو ۽ بليغ آفندي موڪل وٺي آرام ڪرڻ جو ارادو ڪري چڪو هو. هنجي صحت تي لڳاتار ڪم ڪرڻ جو اثر پيو هو. هو هڪدم پنهنجي آفيسر وٽ ويو ۽ موڪل گهريائين، جيڪا ملي ويس.

بليغ آفندي مرڪندو پنهنجي صاحب جي آفيس مان ٻاهر نڪتو، پر ٿوري دير لاءِ مُنجهي بيهي رهيو ته موڪل ڪٿي گذاري! هن سوچيو ته وقت ڪي ورهائي، ڪجهه دير پنهنجي نويڪلي گهر ۾، جتي ملڻ لاءِ ڪوئي نه ايندو هوس ۽ ڪجهه وقت ڪيفي ۾ گذاري، جتي مڇي مارڪيٽ لڳو پيو هوندو هو. هڪ دوست جنهنجو طبعي لاڙو طب ڏانهن هوندو هو، صلاح ڏنس ته: جنهن شهر ۾ هيترا ورهيه گذاريا هئائين، انکي ڇڏي وڃي هوا بدلائي اچي. رڳو ان صورت ۾ هو پنهنجي موڪل چڱيءَ طرح گذاري سگهندو ۽ آرام ۽ صحت ماڻي سگهندو. بليغ آفندي کي ان دوست واري صلاح وڻي ۽ هن ٻاهر وڃڻ جو فيصلو ڪيو. هن لاءِ ٻه رستا هئا — يا ته هو ڪفر سفيتا ۾ پنهنجي مائٽ 'حج رزق' وٽ وڃي يا اسڪندريه ۾ 'رشد' وٽ وڃي رهي. ٿوري دير ته هو سوچڻ لڳو ته دوست جي مقابلي ۾ مائٽ وٽ وڃي رهڻ ۾ فائدو ٿيندو جو 'ڪفر سفيتا' پنبين ۽ ڀاڙيءَ جي وچ ۾ هو، پر اسڪندريه وڏو شهر هو. اتي البت عيش عشرت ۽ گهمڻ ڦرڻ جا مزا هئا. آخر ڪار اسڪندريه بابت فيصلو ڪيائين.

هن سوچيو ته، هنکي اوچتو ڏسي هنجي دوست رشد کي

خوشي ٿيندي. ڇو نه هنکي عجب ۾ وجهجي؟ خود بليغ آفنديءَ پنهنجي شهر ۾ رشد جي گهڻ خاطر تواضع ڪئي هئي ڇا؟ هو اڪثر بنا ٻڌائي اچي هن وٽ رهندو هو ۽ بليغ آفندي کي ڇپو هئائين ته، هو جڏهن به هن وٽ اچي رهندو ته هنکي خوشي ٿيندي. سندس دوست اسڪندريه جي ساموندي ڪناري جو ذڪر ڪندو رهندو هو. اهڙا نظارا ڏسڻ لاءِ بليغ آفندي مشتاق هو.

بليغ آفندي نه ڪڏهن اڳ اسڪندريه ويو هو ۽ نه ئي سمنڊ ڏٺو هئائين. هو جيئن پنهنجي دوست جي گهر ڏانهن روانو ٿيو ته سمنڊ جون جيڪي تصويرون اخبارن ۾ ڏٺيون هئائين ۽ ان جو جيڪو خاڪو پنهنجي ذهن ۾ ناهيو هئائين، ان سندس دل کي خوشي سان پري ڇڏيو.

ڏس پتو پڇائيندو پڇائيندو هو آخرڪار منجهند کان ٿورو اڳ پنهنجي دوست جي گهر پهتو. هنکي اها جاءِ به انهن ست ماڙ عمارتن وانگر نظر آئي، جن ۾، نفعي لاءِ ماڻهن کي اٽين سٽيو ويندو آهي، جيئن مکيون ماناري ۾. هنجو دوست رشد سيڪان مٿين منزل جي هڪ فليٽ ۾ رهندو هو. بليغ پنهنجو سو ڪڙين پا ڪڙين سان پريل سوٽ ڪيس مٿي کڻي ويو. جڏهن پنهنجي دوست جي فليٽ جي در تي پهتو ته دم چڙهي ويس ۽ پيشانيءَ تي پگهر نڪري آيس. گهنٽي وڄايائين ته هڪ تيز آواز ٻڌڻ ۾ آيس ۽ جلد ئي هڪ ٿلهي، بي ڊولي ۽ رڳي منهن واري عورت اچي دروازو کوليو. ”گهنٽي وڄائڻ جي منع آهي — ٻڌءِ؟“ هن لفظن کي چٿ زوريءَ وات مان ڪڍندي چيو.

”مونکي افسوس آهي. اها خبر نه هئي،“ بليغ پريشان ٿيندي چيو. ”آءٌ رشد جو دوست بليغ آهيان. ڪيس منهنجي اچڻ جو اطلاع ڏج.“

هن ڦڪي مرڪ چپن تي آندي. پر ٿلهي عورت ان تي ڪو ڌيان نه ڏنو. هن ڏسٽي آڱر وات تي رکي چيو، ”بليغ آفندي، گوڙ نه ڪر. مالڪياڻيءَ ڪيترين ئي راتين کان اک نه لاتي آهي. اندر اچ.“ هوءَ ڪمريءَ جيان قدم کڻندي حال ڏانهن هلڻ لڳي. بليغ ڪيد

لڳو ويس. هوءَ ڪيس ڊرائنگ روم ۾ ڇڏي هڪدم هلي ويئي. جيئن ته هو اڪيلو ويئو هو تنهنڪري بي انتها خاموشي وڪوڙي ويس. هن عورت جا اهي اکر ياد ڪيا، جن سان هنکي ڪيڪاريو هئائين ۽ انجو مطلب ڪڍڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. رڪي رڪي هنکي جهڪا جهڪا آواز ۽ ٿڌا ساهه ۽ پريشان قدمن جي هلڻ جو آواز پئي ٻڌڻ ۾ آيو، تن هنجي بي آراميءَ ۾ اضافو ڪري ڇڏيو.

اوچتو هڪ رڙ ٻڌائين، جنهن ۾ ڪنهن عورت مدد لاءِ پڪاريو. بليغ ٽپ ڏيئي کڙو ٿيو ۽ ٿڙڪڻ لڳو. ٻيون رڙيون اڳيئين کان وڌيون ۽ تيز ٻڌجڻ ۾ آيس. بليغ پريشانيءَ وچان پسار ڪرڻ لڳو. پوءِ فليٽ ۾ سانت ڇانئجي وئي ۽ هو منهن تان پگهر اگهي ڪرسيءَ تي ويهي رهيو، پر ڪنهن آواز ٻڌڻ لاءِ ڪن کڙا ڪيائين.

هن فليٽ جي دروازي کلڻ جو آواز ٻڌو ۽ پنهنجي دوست رشد کي ايندو ڏٺائين. هنجا وار ڪنبريل، مٿو اگهاڙو ۽ منهن لٿل هو. هن بليغ کي اچاتري نموني ڪيڪاريو ۽ پوءِ چاهه مان پڇيائين، ”ويم پورو ٿيو يا نه؟“

”ڇا جو ويم؟“ بليغ پريشان ٿي پڇيس.

رشد جي چپن تي ڪيئي لفظ ۽ جملا تري آيا، جن ۾ گهرو حالت جو اظهار هو. رشد پهريون دفعو ڪنهن ’خوشيءَ جي واقعي‘ جو منتظر هو. هنجي زال کي ٻن ڏينهن کان ويم جا سور هئا ۽ سخت تڪليف هيس. رشد جا اعصاب گهرو حالت برداشت ڪرڻ کان جواب ڏيئي چڪا هئا. هن سڄو ڏينهن ٻاهر ڦرندي گذاريو هو. رڳو خبرچار رکڻ لاءِ اچ وڃ جاري رکي هئائين. انوقت هنجي زال ڏاڍيان رڙ ڪئي ۽ رشد منهون پيڪوڙي پنهنجي مٿي کي هٽڻ لڳو.

”مان ڇريو ٿي پوندس. مان سهي نٿو سگهان ــــ نٿو سگهان.“

هو فليٽ جو دروازو کولي ڏاڪڻ تان ائين لهندو ويو، ڄڻڪ ڪو جانور ڀڄندو ويندو هجي.

بليغ وائڙن وانگر ڪمري جي وچ ۾ بيٺو رهيو. هن چاهيو ته اهو گهر ڇڏي وڃي ۽ پاڻکي مصيبت کان بچائي. هنجي نظر ٽورو

ڇپيرو رکيل سوٽ ڪيس تي پيئي، جيڪو سو ڪڙين پاڪڙين سان جهنجهيل هو. هنکي ڪاوڙ اچي ويئي . هو وري به ٿورو ترسيو ته متان اهو ڏکيو وقت لنگهي وڃي، پر هڪدم هن عورت جي رڙ پڌي.

”مان مران ٿي — مان مران ٿي.“

بليغ جو هٿ سوٽ ڪيس جي مُٺ ڏانهن وڌي ويو ۽ پير گردش ڪرڻ لڳس. اوچتو هن ٿلهي عورت کي پنهنجي سامهون بيٺل ڏٺو.

”رشد آفندي ڇرين جيان گهر ڇڏي هليو ويو آهي،“ ان عورت چيو. ”اندر رڳو عورتون آهن. دائي ڪجهه وڏيڪ سامان گهرائڻ لاءِ چيو آهي. ڇا ڪجي؟ آخر ڇا ڪجي؟“

دائي ٻاهر آئي. ڇڻ ته گوشت جي ٽڪرن کي اڇن ڪپڙن ۾ قيد ڪيو ويو هجي ۽ اهي ٽڪرا ڇڻ ته اتان ڦاٽي نڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندا هجن. هوءَ بليغ جي ويجهو ائين ٻانهون ڪُنجهي ۽ ڪنڌ مٿي ڪري بيٺي، ڇڻ ڪيس آڪاڙي ۾ لهڻ لاءِ چوڻ واري هجي. هن پنهنجي ٻاڙي، ۽ تحڪمانه آواز ۾ ضرورت جون شيون ٻڌائڻ شروع ڪيس.

”اهي هڪدم وٺي اچ.“

بليغ ديو جيڏين اگهاڙين ٻانهن ۽ ڏورن کي ڏسندي جواب ڏنس، ”ها، منٽن ۾ اهي سڀ ٿو آڻيان.“

هو در ڏانهن ڊوڙي ويو ۽ ٿوري دير ۾ بنڊل کڻي موٽيو، جنهن ۾ دوائن جي دُڪان تان آندل شيشيون ۽ ٻيو سامان هو. هو فليٽ ۾ پهچي ٽڪجي، ڪري پيو. ان سڄي واقعي تي سوچي هنکي ڏاڍي ڇڙ لڳي. آخر هن حواس جمع ڪيا ۽ سوچيائين ته: هن پنهنجي ضمير کي مطمئن نه ڪيو هو ڇا؟ ۽ ان مصيبت جي گهڙيءَ ۾ هڪ شريف انسان وانگر پنهنجو فرض نه پورو ڪيو هئائين ڇا؟

هو هال ۾ مَس پهتو ته ديو جيڏين ٻانهن هنکان پارسل ورتو ۽ هڪ ڪمري طرف ويندي غائب ٿي ويئون. انکان جهٽ کن پوءِ وري ٿلهي عورت آئي.

”ڊرائنگ روم ۾ ڪو ملڻ وارو آيو آهي،“ هن هوريان چيو

۽ هنکي ٻيلهو ڏنائين. ملڻ وارو هڪ پاڙيسري هو، جنهن خبر ٻڌي
هئي ۽ پڇا ڪرڻ ۽ مبارڪ ڏيڻ آيو هو. بليغ هن سان گرمجوشيءَ
سان مليو ۽ دل ئي دل ۾ خيال ڪيائين ته: ان بحران واري موقعي
تي هنکان ڪم وٺندو. پر ملاقاتي مبارڪ ڏئي، صحت ۽ طاقت جي
دعا گهري هڪدم هليو ويو.

ان ڪانپوءِ ملاقاتين جو سلسلو شروع ٿيو. بليغ اچا هڪڙي
کي خدا حافظ مس پئي چيو ته ٻيان ٻيو پئي اچي ڪڙڪيس. هن
محسوس ڪيو ته ملاقاتين آڏو هو انهن حالتن جو نقشو، خاص طرح
جي رڙين وارو، هن چڱيءَ طرح پئي چٽيو. گهر ۾ اچڻ وڃڻ وارن
جي دم سان چڱو ڇهڇٽو مچي ويو. عورت رڙيون ڪري مدد لاءِ
پئي پڪاريو ۽ هنجون رڙيون ٻئي کان وڌيڪ هيون. سڄو گهر
ٿرٿلي ۾ هو. بليغ پاڻ کي ان بکيڙي جو مرڪز سمجهي رهيو هو.
ماڻهو هنجي اشارن تي هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙي رهيا هئا ته هنکي فخر
محسوس ٿي رهيو هو.

تلهي مڊ وائيف هن وٽ آئي. ”حالت نازڪ آهي،“ هن ٻئي
هٿ چيلهه تي رکي چيو. ”مونکي مدد گهرجي. ڊاڪٽر کي
وٺي اچ.“

بليغ جواب نه ڏنو. هو ڪٿان ڊاڪٽر کي آڻيندو؟ هن دائيءَ
کي سمجهائڻ لاءِ وات مس کوليو ته هن ڏانهنس ڪاغذ جو هڪ
پرزو اڇلائي ڏنو: ”هان، وٺ. هي ڪن پروسي جهڙن ڊاڪٽرن جا
نالا اٿئي. انهن مان ڪنهن به هڪڙي کي وٺي اچ. ياد رک تنهنجي
هٿ ۾ ٻه حياتيون آهن.“

دائيءَ جا لفظ هنجي ڪنن ۾ گونجندا رهيا. بليغ آفندي ڪاغذ
کڻي گهر کان ٻاهر نڪري ويو. هن جلد ئي هڪ ٽيڪسي ٻيهاري
۽ ان ۾ چڙهي، ڪاغذ ۾ لکيل هنڌن تي ويو، پر هڪ ڊاڪٽر ڪو
مريض ڏسڻ لاءِ هليو ويو هو. ٻيو آرام ڪري رهيو هو ۽ آٿارڻ کان
منع ڪئي هئائين. بهرحال ڪجهه دير جي رولڙي ڪانپوءِ هو هڪ
ڊاڪٽر کي وٺي گهر پهتو. ان ڊاڪٽر جو نالو ڪاغذ ۾ لکيل ڪونه
هو، پر ٽيڪسيءَ واري هنکي ڏسيو هو.

ڊاڪٽر پهچڻ شرط محنت سان پنهنجي ڪم ڪي لڳي ويو. هنڪي اڇو لباس، اڇي ٽوپي ۽ ڳاڙها دستانا پيل هئا ۽ پيشانيءَ تي وارن جي هڪ ڇڳ لڙڪي رهي هئس.

گهڻي ڪم بليغ کي هيچ ڪري وڌو هو. اوچتو حامله جي ڪمري منجهان رڙ ٻڌجڻ ۾ آئي، تازي چاول ٻار دنيا ۾ پنهنجي اچڻ جو اعلان ڪيو. چند سيرن جي هن گوشت جي ٽڪري، گذريل ڪجهه ڏينهن کان دنيا کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو هو. بليغ به گهر جي پاتين وانگر خوشيءَ جي لهر ۾ لڙهي ويو. ٿلهي عورت ته ڪپڙن ۾ نه پئي ماپي. ٻوڙي اڇي بليغ کي ڳراٽڙي پاتائين ۽ ٻنهي ڳلن تي زور سان چميون ڏنائينس. ٿلهي دائي پاڻکي پڌائڻ لڳي ته ڪيئن نه پنهنجي فني مهارت سان عورت ۽ تازي، چاول ٻار کي موت جي منهن مان بچايو هئائين. ٿوري دير کانپوءِ ڊاڪٽر نئين چاول ٻار کي ويڙهي سيڙهي ٻاهر کڻي آيو. ٻار جون رڳو ٻه ننڍيون اکيون ۽ روئڻ لاءِ کلندڙ وات نظر اچي رهيو هو.

ڊاڪٽر روئندڙ ٻار کي بليغ جي ٻانهن ۾ ذري گهٽ اڇلايو. بليغ جهٽ کن منجهي ٻهي رهيو پوءِ هنکي کڻي ڦيريون پائڻ لڳو.

آخرڪار خاموشي ڇانئجي ويئي. ڊاڪٽر اجازت گهري. بليغ هنکي دروازي تائين پهچائڻ ويو ۽ هنجي هٿ ۾ ڪجهه نوٽ رکيائين.

بليغ ڊاڪٽر کي خدا حافظ چئي، مٿي فليٽ ڏانهن وڌيو ته بلڪل سانت لڳي پيئي هئي. هو ڊرائنگ روم ۾ پسار ڪرڻ لڳو. واچ تي نظر وجهڻ سان خبر پيس ته اڌ رات جو وقت ٿي چڪو هو. هنجا لڱ ساڻا ٿي پيا هئا ۽ سرير مان ست هليو ويو هئس. هن پاڻکي هڪ ڪرسيءَ تي اڇلائي ڇڏيو. هڪ وڏي اوٻاسي ڏيئي هو اٿيو ۽ هڪ آرامده صوفي تي وڃي سمهي پيو. ٿڪ کان هنکي جلد ننڊ اچي وئي. ٿوري دير کانپوءِ هن محسوس ڪيو ته ٻه هٿ هنکي ڌوڻڌاڙي رهيا هئا. هن خفي ٿي، ڪنڌ مٿي کنيو. ننڍا ڪريون اکيون کوليائين ته هڪ ماڻهوءَ کي نچندو ٽپندو ۽ مسخري، جهڙيون حرڪتون ڪندو ڏٺائين.

”منهنجا دوست! مونکي مبارڪون ڏج.“ هو چئي رهيو هو.

”تنهنجي اچڻ سان منهنجو بخت کُليو آهي. مونکي پڪ ٿيو آهي.“

بلبل اکيون کولڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ وات مان وهندڙ گگ اگهيائين.

”مبارڪ هجئي يار — مبارڪ هجئي،“ هن ڪهري آواز ۾ چيو. ان ڪانپوء هو وري صوفي تي ڪري پيو ۽ ڏکيي جي آواز جهڙا ڪونگهرا هڻڻ لڳو. — سنڌي ڪار: بشير موريائي

---

٤- مارچ ١٩٦٧ع سنڌي شاگردن جي جدوجهد جو ڏينهن
٤- مارچ ١٩٦٧ع سنڌي سپوتن جي سجاڳيءَ جو ڏينهن
٤- مارچ ١٩٦٧ع سنڌي جوڌن جي،آمر خلاف هلايل تحريڪ جو ڏينهن.

# ٤- مارچ ١٩٦٧ع

## مشهور شاگرد اڳواڻ

## مسعود نوراني

جي لکيل تاريخ، جيڪا ماهوار سهڻيءَ ۾ ڇهن قسطن ۾ شايع ٿي.

هاڻ ٤- مارچ ١٩٧٣ع تي، وڌيڪ معلومات ۽ ناياب تصويرن سان، ڪتابي صورت ۾ شايع ٿي رهي آهي.

**صفحا اٽڪل ٻه سؤ، سهڻو گيٽ اپ**

پنهنجا آرڊر اڄ ئي نوٽ ڪريو.

**سُهڻي پبليڪيشن**

**الهندو ڪچو، حيدرآباد، سنڌ**

سورهيه مرين سوپ کي ته دل جا وهم وسار
تنقيد يا تخليق

# مضمون

آمر جليل
قاضي خادم

سر سورٺ (بيت ۽ وايون)

# شعر

شيخ اياز

آهر جليل

# سورهيه مرين سوپ کي نه دل جا وهروسار

[مقالو، جيڪو هڪ ڪاليج طرفان شاهه لطيف
جي ورسيءَ ۾ شاگردن آڏو پڙهڻ نه ڏنو ويو. ]

مون هڪ شانائتي، هشمت واري ۽ بيحد عظيم انسان کي سفر لاءِ ساماں ٻڌندي ڏٺو. هو پير مرد هو، ۽ سندس وجود مان سنڌ ملڪ جي مٽيءَ جي سڳنڌ پئي آئي. مون ڪيس چاتو، سچاتو، ۽ سندس پيرن جي پٽيءَ جو پيشانيءَ کي تلڪ ڏنو. مونکي يقين نه پئي آيو، نه هو ڪڏهن سنڌ ڇڏڻ جي سنبت به ڪندو. هڪ دفعي جڏهن هن ڪربلا جي سفر جو ارادو ڪيو هو، تڏهن ڪنهن چيو هوس ته، تنهنجي زندگيءَ جي سفر جي پڇاڙي آهي، سنڌ کان ٻاهر وڃي ڇا ڪندين! تڏهن هو سنڌ ۾ رهي پيو هو. ڪربلا جي سفر جو ارادو لاهي ڇڏيو هئائين. هن پنهنجي حياتي، حياتيءَ جو مقصد، ۽ عظيم فن جي تخليق جا جوهر سنڌ ماءُ جي جهول ۾ وڌا هئا، ۽ مرڻ کانپوءِ هن پنهنجو بي بقا بُت سنڌ ماءُ جي مٽيءَ کي ڏيڻ جي تلقين ڪئي.

هو اڄ به سفر تي روانو ٿيو هو. سالن جا سال سنڌ کان ٻاهر رهيو هو. هن لکپت ۽ گرنار، جيسلمير ۽ ٿر، لاهوت لامڪان، ڪابل ۽ هنگلاج جو سفر ڪيو هو. تڏهن سنڌ وارن جي هنباءَ ۾ هٿ نه پيو هو، تڏهن سنڌ ديس جي ڌرتي درد ۾ نه ڦٽڪي هئي، تڏهن سنڌو درياهه ڪپر وٽ ڪُن هڻي پنهنجي ارمان جو اظهار نه ڪيو هو، سنڌ مٿان بيٺل آسمان اداس نه ٿيو هو— تڏهن سنڌ ملڪ جي ماڻهن واچوڙن ۾ وار کولي ماتم نه ڪيو هو. هننکي خبر هئي نه هو موٽي ايندو— موٽي ايندو ۽ سنڌ جي سينڌ سنواريندو. ١٩٧٢ع جي سنڌين وانگر ١٧١٢ع جي سنڌين کي خبر هئي ته جيئن خالق ۽ مخلوق، رت ۽ رت جو ريٽو رنگ هڪٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم آهن، تيئن هو ۽ سنڌ هڪٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم آهن. ٻنهي جو وجود

هڪبڻي ڪانسواءِ بيمعنيٰ ۽ بيمقصد آهي. ٻئي هڪبڻي ڪان ڏار ٿي ائين ويڳاڻا ٿي ويندا، جيئن روح بنا زندگي.

١٩٧٢ع ۾ جڏهن مون ڪيس سفر لاءِ سامان ٻڌندي ڏٺو، تڏهن مون ڪڪرن کي ڪرندي نه ڏٺو، تڏهن مون سنڌ ديس جي سرويچن کي ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ ڏيئي نينهن جا نعرا هڻندي ڏٺو. تڏهن مون سنڌ ملڪ جي ماڻهن جو ٻرندڙ جبل جي اندر وانگر ٽهڪندڙ ۽ اُڌما ڪائيندڙ وجود ڏٺو. سنڌ جي ٻچي ٻچي کي خبر هئي ته هو هن دفعي اڻ ٽڪيٽ سفر تي روانو ٿي رهيو هو — هو هن دفعي ويندو، ته وري ڪڏهن موٽي نه ايندو. مون ۽ منهنجي دؤر جي نوجوان نسل محسوس ڪيو ته هوَ سفر تي نه پئي اُسهيو، پر هو جلاوطن ٿي رهيو هو.

هو شاهه عبداللطيف ڀٽائي هو.

فاتح قومون ٻين قومن جي ملڪ کي طاقت سان يا ناهه نگيءَ سان هٿ ڪرڻ ڪانپوءِ، سڀ ڪان اڳ ان قوم جي ٻولي ۽ تمدن کي تباهه ڪرڻ جو منصوبو رٿينديون آهن. انگريز سامراجين سنڌ تي مڪمل قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ، معمول جي خلاف، سنڌي ٻوليءَ تي وار نه ڪيو. انگريزن جي ان چالبازيءَ جا ڳڻ اڄ تائين ڳايا وڃن ٿا ۽ اسڪولن کان يونيورسٽيءَ تائين سارا هيا وڃن ٿا. سامراجين، رٿيل منصوبي مطابق، سنڌ جي عظيم ترين شاعر لطيف سائينءَ ۽ سنڌ جي لافاني ۽ لاثاني باغي شاعر سچل سرمست جي ڪلام، ڪلام جي پرچار، پيغام ۽ حق جي آواز کي صوفي ازم جو ليبل هڻي ٻنهي جي هٿ ۾ يڪتارو ڏيئي ڇڏيو — هڪڙي کان چوايائون 'پيرين پوندي سان، چوندي سان رهي وڃ رات ڀمڀور ۾' ۽ ٻئي کان چوايائون، 'جنهن دل پيتا عشق دا جام سو دل مست و مست مدام.' جابر ۽ ننگ قومون، جيڪي ويسا گهاتيءَ سان ٻين جي ملڪ تي قبضو ڪنديون آهن، سي اُن مفتوح قوم جي ادب مان باغي رجحانن کي ڪوري ڪيڻ جي ترڪيب استعمال ڪنديون آهن. ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينگلس جي چمڻ کان اڳ سچل چيو هو:

'مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا،
پيرن، بزرگن، پنڊتن بيحد ڀلايا،
ڪي نمازون نيوڙي پڙهن، ڪن مندر وسايا،
اوڏو ڪين آيا عقل وارا عشق کي.'

لطيف سائينءَ سنڌ تي ڌارين جون يلغارون ڏسي سنڌ جي ڇڙوڇڙ ۽ خانه جنگين ۾ مبتلا ماڻهن کي چيو هو:

'سورهيه مرين سوپ کي ته دل جا وهم وسار،
هڻ ڀالا، وڙهه ڀاڪرين آڏي ڀال م ڀار،
مٿان تيغ تڙار، مار ته متارو ٿئين.'

لطيف سائين بدقسمتيءَ سان سيد هو، تنهنڪري سامراجين جي رٿابنديءَ جو شڪار ٿيو. لطيف جي مقبري تي گهنڊ لٽڪايا ويا، اگربتين ۽ لوبان جا واس ڏنا ويا، نغارا وڄايا ويا، تعويذ ڳنڍين جي تجارت جا مرڪز کوليا ويا. بي اولادين پُٽَ پنيا ۽ اهڙي نموني سنڌ جي عظيم ترين شاعر کي، شاعر جي ڪلام کي، ڪلام جي مفهوم کي پيرو ڪري، هڪ پير ۽ ڪاني ڪرامتن واري شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ کي معروف ڪيو ويو. پر سنڌ جي نوجوان نسل لطيف سائين خلاف سامراجين جي سازش کي چيري، ڦاڙي، چٽ ڪيو آهي، ۽ لطيف کي سڏ ڪيو آهي ـ ۽ ان سڏ جي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ صدا آهي:

'جاڳ ڀٽائي گهوٽ، سنڌڙي تي تو کي سڏي،
مرن پيون مارئيون، قابو آهن ڪوٽ،
اڄ ته تنهنجي اوٽ، ڏاڍن کي ڏاري ڇڏيون.'

لطيف سائين، جنهن جلاوطن ٿيڻ لاءِ سفر جا سانباها ڪيا هئا، سو ترسي پيو آهي. هُن منهن ورائي موجوده نسل کي ڏنو آهي — موجوده نسل جو آواز ٻڌو آهي:

'ڀٽائيءَ جي ڀٽ تي جنهنجو نينهن نواس،
تنهن ۾ منهنجو ماس، ڪوري آيو ڪينرو.'

'تو کي ساري سنڌڙي، ساري ڀٽ ڌٽي،
مور نه ٿيندي مارئي، ٻي ڪا ماءُ جڻي،

تنهنجي پير پٽي، ذات سموري ڏيهه جي*.'

هڪ سچو فنڪار پنهنجي وقت جو، پنهنجي ماحول جو، پنهنجي دؤر جو سڀ کان حساس، بهادر، ۽ سچ چوندڙ انسان هوندو آهي. عظيم فنڪار، نه فقط پنهنجي دؤر جو حق گو هوندو آهي، پر هو زمان ۽ مڪان جون سرحدون لتاڙي هر دؤر لاءِ سچ ۽ انصاف جي علامت ٿي پوندو آهي.

لطيف سائينءَ پنهنجي سموري عمر سنڌ ۾ افراتفري ۽ ڌارين جون يلغارون ڏسندي گذاري ڇڏي. سنڌ تي انگريزن جي مڪر ۽ فريب جو چارهٽ ٿوڪين فيوڊل لارڊس جي مدد سان سو گهو ٿيندو ويو. انکان اڳ انگريزن وڏي چالاڪيءَ سان وچ هندستان ۽ پنجاب ۾ پنهنجا مڊل ڪلاس ايجنٽ تيار ڪري ورتا، جيڪي اڳتي هلي هندستان ۾ آزاديءَ جي هلچل لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيا. انگريزن جي ايجنٽن ١٨٥٧ وارو بلوو ناڪام ڪرايو. ١٩٢٣ ۾ جوڙيان والا باغ ۾ گولي هلارائي تحريڪ کي ڪاپاري ڌڪ پهچايو، ۽ اڳتي هلي ١٩٤٧ ۾ لکين ماڻهن کي مارايو ۽ بي گهر ڪيو. اهي سامراجي ايجنٽ اڄ سنڌ کي ٽڪر ٽڪر ڪرڻ جي مڪروهه تحريڪ هلائي رهيا آهن.

دهليءَ جي ڊهندڙ سلطنت سڪيءَ سنڌ کي بکايل اکين سان ڏسي، پنهنجن خشڪ چپن تي زبان ڦيرائي. لطيف سائينءَ پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪي تاريخ ساز معرڪا ڏٺا، انهن ۾ سڀ کان اهم معرڪو، دهليءَ جي شهزادي محمد معيزالدين جي فوجن ۽ سنڌ جي جوڌن جي وچ ۾ خونخوار جنگ هئي، جيڪا لطيف ٢٦ سالن جي عمر ۾ ڏٺي. محمد معيزالدين جي حڪم تي پنجاب مان راجا ڪيچسنگهه پٽي ۽ سورج مل سنڌ تي ڪاهه ڪئي. سنڌي فوج يار محمد جي سپهسالاريءَ ۾ هئي ۽ ان دؤر جا ٽي سرويچ جوڌا، تاجاهه، جاده ۽ بختيار سنڌ جي فوجن ۾ شامل هئا. هنن ٽنهي گهوٽن سنڌ تان ساهه

* شيخ اياز جو سمورو ڪلام سنڌ جي سرڪش ۽ سرويچ نسل جو آواز آهي.

ڏنو. هنن ڌرتي ماءُ کي رت جو نذرانو ڏيئي مغلن جي پنجابي فوجن کي عبرتناڪ شڪست ڏني ۽ سنڌ مان ڀڄائي ڪڍيو. اهڙي واقعي کان پوءِ لطيف سائين جهڙو فنڪار، عظيم شاعر ائين ئي چوندو:

'گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئن تـــورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهه ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا.'

'هٽڻ، هڪلڻ، ٻيلي سارڻ، مانجهيان اي مَـرڪ،
وجهن تان نه فرق، رُڪ وهندي راند ۾.'

ٻاهران هلان ڪري ايندڙ وحشين ۾، جن سنڌ کي پائيچاري جي بازيءَ ۾ قاسائي گهوڙن جي سنبن هيٺان لتاڙي ڇڏيو، انهن ۾ نادر شاهه ۽ احمد شاهه ابداليءَ جا نالا به شامل آهن، جن لطيف سائينءَ جي حياتيءَ ۾ سنڌ تي حملو ڪيو.

وقت جو آواز صدا بڻجي هر طرف کان اچڻ لڳو:

'هوڏانهن هن هاڪاريو، هيڏانهن هي هٽن،
سُرنايون، سُنڌڙا، ٻـنـهـن پـار ٻـُرن،
گهوٽن ۽ گهوڙن، رڻ ۾ لائون لديون.'

'ٻڳو، آءُ نه ڇنئان، ماريو ته وِسهان،
ڪاند مهه ۾ تڪڙا، سيڪيندي سنهان،
تـــه پـڻ لـــڄ مران، هونِس، پٺ ۾.'

انگريز سامراجين ۽ سندن ايجنٽن اسان کان اسانجو بهادر، سرويچ، وطن پرست ۽ جنگجو لطيف لڪائي ڇڏيو، ۽ اسانکي لطيف جو فقط هڪ رخ ڏيکاريو ۽ چيو، ته بابا فڪر فرهي هٿ ۾ کڻو، مونن ۾ منهن وجهو، ۽ ظالم کي سونهري موقعو ڏيو ته توهانجي وجود کي يڪتاري جي ڪدوءَ وانگر اندران خالي ڪري ڇڏي. اسانکان اُهو گهوٽ اڻموٽ لڪايو ويو، جنهن قوم کي سچ تان سر ڏيڻ لاءِ سچ ۾ ڪاهي پوڻ جو سبق سيکاريو:

'ٻتـنـگن ٻهه ڪيو، مڙيا متي مچ،
ٻسي لهس نه لڇيا، سڙيا متي سچ،
سندا ڳچين ڳـچ، ويچارن وڄائيا.'

لطيف سائين جي زندگيءَ ۾ سڀ کان المناڪ واقعو شاهه عنايت جي شهادت آهي، جنهن لطيف سائينءَ جي حساس دل کي هماليه جبل جيڏو ڏک ڏنو. لطيف رنو، ته چئي ويٺو :

'جي جيءَ جيارين سي لاهوتي لڏي ويا.'

مان مٿي عرض ڪري آيو آهيان، ته پڻائي گهوٽ جهڙو عظيم شاعر، زمان ۽ مڪان جي پابندين جو محتاج نه هوندو آهي. سندس پيغام هر دؤر ۾ اوندهه ۽ ظلم خلاف احتجاج، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ خلاف بغاوت جو درس هوندو آهي. سُر سهڻي ۾ لطيف سائين جو هڪ بيت آهي:

'گهڙيا، ســـي چڙهيا، ائين اٿيئي،
مٿي مٿـي مهراڻ ۾ پڻُ ٽپو ڏيئي،
ته ميهار مليئي، سنيوڙو سيڻاهه سين.'

ان بيت جي معني اسانکي اسڪول ۽ ڪاليج ۾ هن ريت سمجهائي ويندي هئي، ته: يارو، الله جي راهه ۾ مشڪلون برداشت ڪريو ۽ جنت ماڻيو.

موجوده دور ۾ ان بيت جو مطلب آهي ته حقن لاءِ، سچ لاءِ، پنهنجي وطن جي لڄ لاءِ مصيبتن جي منهن ۾ وڃڻ کان نه ڪيٻايو. وڌو، تڪليفن کي ڪٿ ۾ نه آڻيو ۽ پنهنجو مقصد حاصل ڪريو.

مان ان وقت جو منتظر آهيان، جڏهن اسانجي اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽيءَ ۾ لطيف سائينءَ جي عظيم شاعريءَ کي تصوف جي آفيم کان آجو ڪري، ترقي پسند تحريڪ ۽ نظريي مطابق پڙهايو ۽ سمجهايو ويندو.

عشق ۽ بغاوت تخليقي فن جي اوسر جا سر چشما آهن. قسمت سانگي ڪي اهڙا انسان پيدا ٿيندا آهن، جنڪي زندگيءَ ۾ جيءُ جنسو ڏيئي عشق جي اڻانگين راهن تي نڪري پوندا آهن، ۽ حالتن کان نابري واري، ناهه نگيءَ کان بغاوت ڪندا آهن. لطيف سائينءَ کي زندگيءَ ۾ اهڙي محبت ملي جنهنجو پيچ پڄجي مرڻ گهڙيءَ تائين نه لهندو آهي. اهڙي محبت ۾ وقتي مايوسيءَ جي جوڳ لطيف سائينءَ کي سچ جو سفر ڪرايو ۽ سندس شاعريءَ کي ابدي بقا

بخشي چڱي:

'محبت جي ميدان ۾ سِر جو ڪر مَ سانگُ،
سوريءَ سيڙين جي، چڙهه ته ٿئين چانگُ،
عشق آهي نانگ، خبر ڪاڏن ڪي پوي.'

'عشق نه آهي راند، ته ڪي ڪنس ڳيرو،
جيءَ، جُسي ۽ جان جي، پڇي جو هيڪاند،
سسي نيزي پاند، اڇل ته اڌ ٿئي.'

'چنڊ تنهنجي ذات، پاڙيان تان نه پرين سين،
تون اڇو ۾ رات، سڄڻ نت سوجهرو.'

۽ جڏهن تخليقي فن جو خالق، لطيف سائين، عظيم فنڪار ۽ شاعر جي حيثيت ۾ بغاوت ڪري ٿو، تڏهن چوي ٿو:

'وَڍِ سِرُ، ٿي سرهو، مَ ڪي آءُ، مَ ڳاءُ،
جاجڪ! تو مٿاءُ، مَلڪ مڙوئي گهوريا.'

مون لطيف گهوٽ کي جڏهن جلاوطن ٿيڻ لاءِ سفرجو سامان ٻڌندي ڏٺو، تڏهن چيم، ''تو مٿان مَلڪ مڙيوئي گهوريان. تون سنڌ ڇڏي ڪيڏانهن ٿو وڃين.''

لطيف سائينءَ وراڻيو:

'اڄ پڻ وايون ڪن، وڻجارا وڃڻ جون،
انئي پهر اٿن، سعيو ڪنهن سفر جو.'

سائينءَ کي عرض ڪيم، ''تو ڪانسواءِ ننگر ۽ ناڙيون، بندر ۽ بازاريون سڃا ٿي ويندا.''

وراڻيائين، ''منهنجو ڪچاڙو، پنهنجو هن پنيور ۾.''

نيزاري ڪندي چيم، ''تون ويندين، اسانکان سنڌ ويندي.''

ڏک، ارمان ۽ تڪليف وچان لطيف سائينءَ چيو، ''سنڌ ۾ اڄ سنڌي ٻوليءَ خلاف آواز آٿيو آهي. سياڻي ڪاٺ ڪهاڙا ڪجندا. ان ڪان اڳ جو سنڌي ٻولي سنڌ مان نڌڪي ٿي نڪري، مان اڳواٽ جلاوطن ٿيڻ ۾ ڀلائي ڀانيان ٿو.''

''ترس. نئين نسل جو آواز ٻڌ،'' مون لطيف سائينءَ کي

التجا ڪندي چيو. ”تو کي پنهنجو فيصلو بدلائڻو پوندو. سکر پار ڪان اياز جو آواز ٻڌين ٿو:

سنڌ ديس جي ڌرتي توتي پنهنجو سيس نمايان،
مٿي ماٿي لايان.
ڪينجهر ڪان ڪارونجهر تائين توکي چشمن چايان،
گيت بہ مون وٽ تنهنجا ماتا، بيت بہ تنهنجا پايان،
تنهنجيءَ مٽي منجهہ مـلان جـي، آءٌ امـرتـا پايان،
سنڌ ديس جي ڌرتي تـوتـي پنهنجو سيس نمايان.“

لطيف سائينءَ ترسي توهان ڏانهن ڏنو آهي- نئين نسل ڏانهن ڏنو آهي. لطيف جي ٻولي ۽ لطيف جو وطن توهان وٽ سندس امانت آهن. توهين سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جا رکپال آهيو.

جيئي سنڌ.

---

قاضي خادم

# تنقيد يا تخليق

تنقيد ڇا آهي ۽ تنقيد ڪرڻ مان ڪهڙا فائدا حاصل ٿين ٿا، تنهن جو اندازو فقط اهي ڪري سگهن ٿا، جنجو مطالعو وسيع هجي. ڇو جو دنيا جي ٻين ٻولين ۾ ادب جي اهميت جو احساس ٿيڻ ڪانپوءِ جڏهن پنهنجي ٻوليءَ جي ادب جي زوال ۽ اديب جي زبون حاليءَ جي پيٺ ڪري انجا اسباب معلوم ڪجن ٿا ته اندازو ٿي وڃي ٿو ته ان ۾ وڏو هٿ تنقيد جو آهي. درست ۽ صحيح تنقيد نه فقط ادب جي ڪنهن فن پاري جو قدر ۽ قيمت تعين ڪري ٿي بلڪ اديب کي به معاشري ۾ سندس جائز مقام ڏياري ٿي. نه ته هڪ طرف ته ادب جو هڪ بي بها گهر فقط ان جرم ۾ اونداهين جي غار ۾ هميشه لاءِ گم ٿيو وڃي، جو هنجي فن جو قدرڪرڻ واري اک موجود نه آهي، ته ٻئي طرف خود ادبي تاريخ جو سينو اهڙين قيمتي دستاويزن کان خالي رهجيو وڃي، جنجو هجڻ نهايت ضروري ۽ اهم هجي ها.

دنيا جي ٻين ٻولين جي ادب جي پيٺ ۾ اسان وٽ تنقيد جو فن آهي ئي ڪونه. ڪي انفرادي ڪوششون ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن ڪنهن ڪنڊ مان ٿينديون رهيون آهن، ته به انهنجو ڪو سلسلو نه آهي. جڏهن ته ادبي شعور پيدا ڪرڻ لاءِ منظم ۽ مسلسل تنقيد نهايت ضروري آهي. تنقيد جي نه هجڻ کان وڌيڪ هاڃيڪار 'تنقيص' جي موجودگي آهي. حالانڪ 'تنقيص' به سڌريل ٻولين جي ادب ۾ تنقيد جو هڪ حصو آهي. پر انهن ٻولين: جهڙوڪ انگريزي، فرانسي ۽ روسي ٻولين ۾ 'تعمير' ۽ 'تخريب' ۾ فرق محسوس ڪيو ويندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو هاڻ روس ۾ ادب تان پابندي لاٿي وئي آهي. اديب کي، جيڪي به وڻيس سو لکي، پرنقاد تي پابندي وڌي وئي آهي. هو ڪنهن به فن پاري کي پرکڻ وقت سندس تشريح تعميري ڪندو. حالانڪ ان قسم جون پابنديون پائدار ۽ فائديمند ثابت نه

ٿيندیون آهن، ليڪن ان مان تنقيد جي اهميت جو اندازو ٿي وڃي ٿو.

تنقيد جي تاريخ تي نظر وجهجي ته معلوم ٿيندو ته تنقيد هميشه علم ۽ فن جي تابع رهي آهي. ٻين اکرن ۾ فن کي علمي زبان ۾ ادا ڪرڻ جو نالو تنقيد آهي. نقاد هميشه اصول ساز رهيا آهن. تاريخ جي روشنيءَ ۾ ڏسبو ته ارسطوءَ ۽ سندس پوئلڳن منطقي تنقيد ڪئي جنهن ۾ گهڻو زور فارم (هيئت Form) جي اهميت کي واضح ڪرڻ تي صرف ڪيو ويو. انهيءَ ڪانپوءِ ١٩ صديءَ ۾ ارسطوءَ جي نظريات کي جرمن فيلسوفن جهڙوڪ: ليسنگ، گوئٽي ۽ ڪولرج وغيره رد ڏنو ۽ مابعدالطبياتي (Metaphysical) تنقيد ڪرڻ شروع ڪيائون. انجو خاص مقصد هو، شاعر ڇا آهي؟ ۽ نقاد جو ان سان ڪهڙو تعلق آهي؟ زندگي ڇا آهي ۽ شاعريءَ سان انجو ڪهڙو واسطو آهي؟ هنجي چوڻ مطابق نقاد شاعر ۽ شاعريءَ سان الهامي تعلق پيدا ڪري ٿو ۽ اهو ان وقت ٿائين جيستائين نه خود هن ۾ اهو ذوق پيدا ٿئي ۽ هو شاعرن جي تصنفن کي پرکي. پر ميٿيو آرنالڊ وري چيو، ته 'نقاد نوان اصول جوڙي ٿو.' هن خود به ڪافي اصول ٺاهيا آهن.

١٩ صديءَ ۾ ئي جان اسٽوارٽ مل ارسطوءَ جي منطق کي رد ڏئي سائنسي منطق جو بنياد وڌو. هن ئي مابعدالطبيات سائنس جو پڻ بنياد وڌو. هنجي چوڻ مطابق سڀ نقاد منطقي ۽ مابعدالطبياتي هوندا آهن. ليڪن فرانسيسي نقاد سانت بيو چيو ته: ڪنهن به تخليق کي سمجهڻ لاءِ نقاد کي گهرجي ته هو انجي خالق جي پوريءَ شخصيت کان واقف هجي. هنجي چوڻ مطابق: هڪ وقت اهو به ايندو جڏهن انسان جي ذهن جا قسم مقرر ٿي ويندا ۽ پوءِ ان قسم جي تنقيد آسان ٿي ويندي.

ٽين اڃا به اڳتي وڌي ويو. هنجي چوڻ مطابق تنقيد لاءِ انساني مطالعو تمام اهم آهي. هن چيو ته هر مصنف پنهنجي دور، قوم ۽ طبقي جي پيداوار هوندو آهي. ان طرح تنقيد سوشل سائنس جو حصو بنجي وئي. هنجي چوڻ مطابق 'تنقيد ادب جي مختلف صنفن ۾ تميز ٿي پيدا ڪري، ادب هڪ ارتقا ڪندڙ فن آهي، فن فطرت

جو حصو آهي. ان ڪري ادب جي اثرات جو صرف جائزو ورتو وڃي، انهيءَ تي راءِ زني نه ڪئي وڃي. هنجي چوڻ مطابق راءِ زني نه ڪئي وڃي.' هنجي چوڻ مطابق راءِ زنيءَ تنقيد کي گمراهه ڪري ڇڏيو آهي.

مشهور انگريزي شاعر ۽ نقاد ڊرائيڊرن چيو ته، "جي ارسطو شيڪسپيئر جي دؤر ۾ پيدا ٿئي ها ته پڪ هن کي ڊرامي جي فن جي باري ۾ پنهنجي راءِ بدلائڻي پوي ها." هي لفظ چوڻ وارو ڪو غير معروف ۽ جاهل شخص ڪونه هو، بلڪ هڪ نهايت ئي وسيع علم رکندڙ ۽ پنهنجي دؤر جو تمام وڏو شاعر ۽ نقاد هو. ليڪن علم ۽ فن جو ذڪر ڪرڻ وقت ارسطوءَ جي شخصيت کي نه بلڪ انجي تنقيدي فن تي ڳالهايائين.

سندس هن راءِ مان اِيترو ثابت ٿي وڃي ٿو ته تنقيد جو فن ۽ انداز به وقتي ڦيرين گهيرين سان تبديل ٿئي ٿو- حالانڪ اسانکي خبر آهي ته ارسطوءَ جو نقاد جي حيثيت سان ادب جي تاريخ ۾ هڪ اهم ۽ بنيادي مقام آهي. ڊرائيڊن جي چوڻ جو مقصد به اهو آهي ته جيئن ادب پنهنجي دؤر جي مخصوص حالتن جي پيداوار آهي، تنهنڪري ان ۾ تبديليون اچڻ به لازمي آهن. ادبي اقدار زندگيءَ جي قدرن سان مشترڪ آهن ۽ انهن ۾ ڦير گهير ايندي رهي ٿي. ڪالهه جي حقيقت اڄ 'ماضي' آهي ۽ سڀاڻي جي حقيقت وري اڄ 'اميد' آهي.

نقاد به مختلف قسمن جا آهن. ١- شاعر نقاد، ٢- پروفيسر ؛ ٣- ريويو نقاد. هنن ٽنهي منجهان پهرين قسم جا نقاد نهايت اهم آهن. ڇو جو هو تخليقي تنقيد ڪن ٿا جيڪا دراصل تنقيد جو اصل مقصد آهي. هو دنيا جي جهملين کي الڳ رکي پنهنجي ذات ۽ ادبي تخليق کي هڪ بنائي تنقيد ڪن ٿا. جنهنڪري ان تخليق جو درجو شاعريءَ کان ڪنهن به قيمت تي گهٽ ڪونهي. انکانپوءِ پروفيسر نقاد آهن جيڪي مشاهداتي تنقيد ڪن ٿا ۽ فني جوڙجڪ جو گهڻو خيال ڪن ٿا. انهنجي تنقيد جو دائرو ادب کي فني حدود جي اندر پر ڪڻ تائين .حدود آهي. آخر ۾ ريويو نقاد آهن جيڪي فرمائشي تنقيد ڪن ٿا. هو پئسي خاطر، ڪنهنکي خوش ڪرڻ خاطر يا ڪنهن ٻئي مقصد

خاطر ڪنهن ادبي فنپاري جون خوبيون ۽ خاميون ظاهر ڪن ٿا. هنن جو محور نه فقط ادبي فنپارو هوندي آهي، بلڪ انجي ڇپائي، ڇپائي، قيمت ۽ خود ليکڪ جي شخصيت کي به نه بخشيو ويندو آهي.

ادبي قدرن ۾ اينديڙ ڦير گهير تنقيدي قدرن تي به اثر انداز ٿئي ٿي. اهو ئي سبب آهي ته زندگي ۽ ادب جي مشترڪ قدرن (Commonvalues) جي متعلق نوان مثال قائم ڪونه ٿا ٿين بلڪ ٿهيل ٺڪيل اصولن کي دهرايو ٿو وڃي. ان ڪانسواءِ ادب جو ڪارج (Utilty) وارو نظريو به تنقيد تي اثر انداز ٿئي ٿو. موجوده دور جي اقتصادي ۽ مادي تقاضائن ادب ۾ واضح طور تي ڪارج کي اهميت ڏني آهي. انکي ئي عام طرح 'ادب برائي زندگي' ڪوٺيو وڃي ٿو. انهي تحريڪ کي هلائڻ لاءِ ڪيترن ملڪن ۾ واضح ۽ ٺوس قدم کنيا ويا آهن.

ويهين صديءَ جي هڪ مشهور نقاد 'رابرٽس' تنقيد جو بنياد نفسيات تي رکيو. هنجي چوڻ مطابق ڪنهن به شعر جي اهميت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته ان شعر جو پڙهندڙ جي ذهن تي ڪيترو اثر پيو ۽ ان سندس تجس (Curosity) جي مادي کي ڪيتري قدر تسڪين (Satis faction) ڏني.

تنقيد هڪ خارجي عمل هجڻ سان گڏو گڏ تخليقي حيثيت پڻ رکي ٿي. جڏهن به ڪو نقاد ڪنهن تخليقي عمل جي گهراين ۾ گم ٿي وڃي ۽ اتان حاصل ڪيل روشنيءَ ۾ ان تخليق جي تشريح ڪري ۽ 'محبوب دي صورت وچ گم هوکي ويک نظارا آپ سارا' جي مصداق چوڻ لڳي ته اسين انکي به تخليق ڪوٺينداسون. بلڪ ائين جيئن ڪو شاعر پنهنجي محبوب جي حُسن کان متاثر ٿي هنجي واکاڻ ڪرڻ لڳي ٿو، (جيڪا پڻ محبوب جي حُسن جو تنقيدي جائزو آهي) ته اسين انکي شاعري ڪوٺيون ٿا.

اها ڳالهه چڱي طرح سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته نقاد کو مصنف کان جدا حيثيت ڪونه ٿو رکي، بلڪ هر اهو شخص جيڪو پاڻ مصنف آهي، پنهنجي تخليقات جو بهترين نقاد پڻ بڻجي سگهي ٿو. فيلڊنگ پنهنجي ناول 'ٽام جونس' ۾ خود ئي پنهنجي فن جي

تشريح پڻ ڪئي آهي. ساڳيءَ طرح جديد شاعر ٽي ايس ايليٽ، ايذراپائنڊ ۽ انکان اڳ ڊرائيڊن ۽ ميٿيو آرنالڊ، جانسن سرفلپ سڊني به اهڙا شاعر ٿي گذريا آهن، جن خود ئي پنهنجي فن تي تنقيد به ڪئي آهي. خود ارسطوءَ جي باري ۾ چيو ٿو وڃي ته هن به ڪو طويل نظم لکيو هو جيڪو زماني جي گردش ۾ گم ٿي ويو . انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته تنقيد تخليقي عمل جي ڪيترو ويجهو آهي.

رومانوي نقاد پڻ ان خيال جا آهن. هنجي چوڻ مطابق شاعريءَ جي فن ۽ مواد تي بحث ڪري ڪي تنقيدي نتيجا اخذ ڪرڻ هڪ تخليقي عمل آهي. هنن جي چوڻ موجب تنقيد هڪ ذاتي عمل آهي، جو تنقيد مان وري نقاد جي ذاتي خوبين ۽ لاڙن جي پروڙ پوي ٿي. ان طرح سان تنقيد هڪ تخليقي عمل پڻ آهي.

جڏهن اسان تنقيد کي هڪ ذاتي عمل ڪونٿا ته پوءِ اسان انکان به انڪار ڪونه ڪري سگهنداسون ته تنقيد ۾ 'جماليات' کي پڻ وڏي اهميت حاصل آهي. ڪنهن فن پاري جي جمالياتي پهلوءَ تي بحث ڪرڻ ان وقت تائين ممڪن ئي ڪونهي جيستائين نقاد خود جمالياتي حس (Aesthetic Sense) نه رکندو هجي . اسان چئي سگهون ٿا ته تخليقي قوت ۽ تنقيدي شعور بلڪل لازم ملزوم آهن.

هت وري ڊرائيڊن جي ادب جي باري ۾ قائم ڪيل راءِ کي ڏسڻو پوندو. هو چوي ٿو : 'Literature has two main objectives, first to Instruct and secandly to delight' يعني هت Instruct مان مراد آهي ' معلومات يا ڄاڻ' ۽ 'Delight' آهي 'Pleasure' يعني خوشي. اها خوشي جنهن ۾ جماليات به شامل آهي– ته اهي نقاد جيڪي ادب جي افادي پهلوئن تي روشني وجهن ٿا، يا اهين چئجي ته ادب جي افادي پهلوءَ کي ظاهر ڪن ٿا، سي دراصل اصلي نقاد آهن ۽ سندس تحقيق ۽ تنقيد ڪنهن به ذاتي مفاد خاطر نه بلڪ ادبي ڪاوشن کي ظاهر ڪرڻ خاطر آهي .

مٿي بيان ڪيل نقادن مان انهنجي آسانيءَ سان درجه بندي ڪري سگهجي ٿي. تخليق جو درجو هر صورت ۾ تحقيق کان اهم آهي. پوءِ اهو تخليق ڪندڙ شاعر هجي يا نقاد، ٻنهي صورتن ۾ اهو اهم آهي.

ٻئي طرف T.S. Eliot جي چوڻ مطابق هر فنڪار کي خود نقاد به هجڻ گهرجي. نه صرف انڪري جو 'تنقيد' فنڪار جو منصب آهي بلڪ هر فنڪار پاڻ ئي پنهنجي فن جو پارکو به ٿي سگهي ٿو. هو ڪنهن به اهڙي نقاد کي پڙهڻ لاءِ تيار نه آهي جيڪو خود فنڪار ناهي. جڏهن ادب جي تاريخ تي نظر ٿي وجهجي ته معلوم ٿئي ٿو ته هومر ۽ ورجل کان وٺي موجوده دور جي فنڪارن تائين هر وڏو فنڪار خود ئي پنهنجي فن جو پارکو به ٿيو آهي. خاص ڪري انگريزي اديبن جو ان ۾ وڏو حصو رهيو آهي. هينري فيلڊنگ پنهنجي مشهور ناول 'ٽام جونس' جي هر باب لاءِ مختلف ديباچا لکيا آهن جيڪي خود سندس ناول تي تنقيد آهن. ايڊگر ايلن پو پنهنجي سمورين پوائٽين ڪهاڻين جا فني مضمون لکيا آهن. ڊانتي مشهور جرمن فلاسافر پنهنجي مشهور ڪتاب (Human Comedy) کي سمجهائڻ لاءِ لاءِ هڪ الڳ مضمون لکيو. اهڙا ٻيا به ڪيترائي مثال آهن. اهو ئي سبب آهي جو چيو ويندو آهي ته هر وڏي تنقيد ڪنهن نه ڪنهن تخليق جو ديباچو آهي.

ان طرح سان نقاد جي معلومات وسيع ۽ ٻولي عام فهم هئڻ گهرجي. جيتري هنجي ٻولي سلجهيل هوندي اوترا سلجهيل خيالات هو پيش ڪري سگهندو. هنکي زندگيءَ ۽ فن جي روشني جي هر پهلوءَ جو مطالعو ڪرڻ ۽ معلومات کي مڪمل ۽ جامع بنائڻ گهرجي. تڏهن ئي هو تنقيد جي فن سان پورو انصاف ڪري سگهي ٿو.

---

**شيخ اياز**

# سُر سورٺ *

(۱)

چوڏسا چنڊَن واسيئان، ويرو تارِ ورڻهَن،
سورٺِ ساري سؤنهَن، اَڄ اُجهي ئي ڪِين تِي!

مٿي چنڊَ چنڊرا، ويرو تارِ ورڻهَن،
سورٺِ ساري سؤنهن، ڏاڍي ڏاڍان ڪينڪي!

ڳهاڙؤ ڳهڙيو ڪونه، ڪڍهو تنهنجي ڳَل جئن،
سورٺ! توتي چونه، وَر وَر مان واريو وڃان!

سورٺِ! سونارَن، پياليون هيٺَن نه پٽليون،
آڌيءَ رات اُڀارَ ۾، ڇا ڇا تنهنجي تَنِ!
وَنيِ تنهنجي وَنِ، ڪنڌن ڪاڙهارو لڳي.

جهرڪن پيا جهانءَ ۾، توتي هيرَن هارَ،
اهڙو چمڪو چنڊَ ڪي، ناهي سَپ چمارَ،
تو ئي منهنجا پيارَ هيرن ڪي هيرا ڪيو!

سورٺ! تنهنجو روپُ، جئن مندر ۾ ڏيئڙا،
مؤن مَنُ مڙهيءَ ڏوپُ، سدا تنهنجي سنگَ ۾!

---

* سُر سورٺ، شيخ اياز پهرين 'سهڻيءَ' کي ڏيڻو ڪيو هو، پر هلال پاڪستان (ڪراچي) وارا ٻه اياز ڪان اهو سُر وٺي ويا، ۽ انهن انهيءَ سُر کي بي ترتيب ۽ اڻپورو ڇپيو. تنهنڪري اسين انهيءَ پوري سُر کي صحيح ترتيب سان، پورو سهڻيءَ ۾ ڇپي رهيا آهيون — ط-ا

تـــو جـو نمڻ نِمائِيا، مِرگـَھن کـاڏي ماتِ،
اکين مان آلماسَ جان، آپرينءَ آڏيءَ راتِ،
تَنَ ۾ ڀـــاري تاتِ، ڪيڏي آنـــڌءِ ڪامنا!

جهرمر جهرمر جهومڪيون، ٻرَ ٻرَ ڪنگڻ ڪـَن،
نيورَڙي نَٿَّ نيموريون، مٿان مُرڪَ لُـڏَن،
پهِتا چَپَّ چپَن، ســـونُ سمائيو ســـاهه ۾.

ٻانهُن مٿـان چوڙا، ٻـــازوُ ٻـنـد لُـــڏن،
ڳچيءَ منجهه ڳراٽڙيون ڳـَل پٽ ڪاروُن ڪـَن،
ٿِيِي نورُ نـَـهـَـن، هٿڙَّ چُميندي مُنـڊَ جا.

موتي موتي ٿـــي ويو، سورَت تُنهنجو مُکُّ،
ڏرتيءَ ويڙهيو ڏکُّ، تــو جـو ڏنـــا ٽهڪڙا.

ٽـَهڪن ساڻُ ٽِڙِي، پئي راتِ رتولَ جـي،
منجهان ڪِينءَ ڪِڙِي، چَنڊ ڪا مُرڪڙي اوچتو.

ٽِڙي ڏيئي ٽهڪڙا، ڪاميڻ ڪَرني رنگ ۾،
سرهي! تُنهنجي سنگ ۾، جهرڻا مُنهنجي جيءَ ۾.

ٽهڪـَن منجهه گُلاب جـا، ٽـڙيا ڳاڙها گُلُّ،
مُنهنجي ٿوري پَلُّ، ڪِلندي، مُنڊُ ڪِڙِي پئي!

سورَت روُپ اَنوُپَ، سهسين سانگَ سُهاڳَ جا،
سورت تُنهنجي روُپَ، مـــايـــا آرتُ ڀرائيو.

توتي تَنُ مَنُ واريان، تو جهڙي ڪيرُ ڪنوارِ!
هڻ تـــه هِينَ سنسارَ جـي ليـلا آهـه آپارِ،
پَر مون تُنهنجي پيارِ، سڀُ ڪجهه ٻاتو سُندري.

ڏِسُ هوءَ لهندي، سيج ۾ ڪاوا ٿا جهرڪن،
رم جهم رم جهم ترورا چوڌر ٿا چمڪن،
چا چا منهنجي مَن، سرتي تنهنجي سنگ ۾!

ڏِسُ هو راتِ رتول تي آئي ڪي آئي،
جهرمر جهرمر ڏيئڙا جهڙا سهائي،
آگر سرهائي، ور ور آئي واءُ مان.

موتئي جي مهڪار ۾ پئي سيج سڏي،
اوري، آءُ، چڏي، مان به ته تنهنجي آرسي.

مان به ته تنهنجي آرسي مون ۾ ئي ڏِسُ پاڻُ،
اکيون اکين ساڻُ، ڳالهائين ٿيون ڳجهه ۾.

ڏيئا تيل چنبيلئا آهي چندن واسُ،
مليو تنهنجي سواس سان سورت منهنجو سواس،
مَن به هاڻي ماسُ، سڀ ڪجهه توسان واسيئو!

ماس به هاڻي مَن ٿي، سڀ ڪجهه توسان واسئو،
چپن ڪو پکي پار جو تنهنجو منهنجو تَنُ،
مٿان گهورُ گگنُ، آڏارون انڌڪار ۾.

# وايون

اَگَرَ ٻـار نــه تون چڱون واس، نه تون،
مون مَنُ توسان واسيو.
وارَ وَرائي ڪندَ تان چوڙي، چَنڊَ سڳيون،
مون مَنُ توسان واسيو.
جِنَ ڪي پَنيءَ رات ۾ تانگر جون تاريون،
مون مَنُ توسان واسيو.
جِنَ ڪي قــڳيءَ ماسَ ۾ مُکڙيون مَروي، جوِن،
مون مَنُ توسان واسيو.
جِنَ ڪي ڏکڻ واءُ ۾ چِپَـرَ جـون چانڊون،
مون مَنُ توسان واسيو.
مير ڪندُ سُرهو تو جيان ڏٺو مـور نه مون،
مون مَنُ توسان واسيو.
ڪيڏيءَ ساهَ سڳندَ ۾ راتِ گـزاري سون،
مون مَنُ توسان واسيو.

---

سورٺ! تنهنجو پيارُ،
مارُڪ آهي موڪَ جو.
آهين راه ڏيـاچ لئه تــون ســارو سنسارُ،
تو سان ڪيڏو موهئو آهــي مــايــا چــارُ!
تون ڪو ساگرَ سوُنهن جو تنهنجي سوُنهن آپارُ!
آ ڳـانجهو اوري ڪَري آڪڙين جــو اسرارُ،
توتي موهيو چـــو نــه هــوُ ساڪي سرجڻهارُ!

## (٢)

سورٺ! مُنهنجو ساهُه، اڄُ ڇو آهي اوپرو،
ڇڪي ٿو ڪو ڇوهَ سان، مونکي انتُ اٿاهُه،
ڪيڏي پيڙَ پساهه! اٿتُ ڪوبه نه آئڙي!

ساري رات رتولَ تي، ڪونجون ٿيون ڪُڪن،
مون ۾ رولا روهَ جا، چِتَ اندر چُڪن،
پَنءِ مان پِڇ پِڇ ڪَن، ستّهَ انوکا سانت ۾!

هؤ جا سَئنَ وڳي، سورٺ! تو به سُئي آهـا؟
چِٽُ ڪا ڪؤڪَ ڪَتار جئن، مُنهنجي جيءَ لڳي!
چِٽُ ڪنهن پيتَ پڳي، اڏيءَ رات رتولَ جي.

ڪيرُ هيو سورٺ اِهو؟ ڪنهن هئن اهڙو وَيڻ؟
ڏاري، مُنهنجو ڏَيڻ، جاجِڪُ ويو جؤد ۾.

اهڙي جهانءِ جهروڪَ ۾، اڳِ نه ٻُئي ڪا،
چِٽُ ڪوئي ٻاهي ويو، قسمت جا ليڪا!
ڇا تو سُئي ڪا، ڪؤڪ ڪتاريءَ وانگيان؟

آيري ڪا آواز مان، اڏيءَ رات اڌي،
هيڪر سَئنَ هَئي، مانِ ڪري، ويو منگتو.

ٻُڌ! ٻُڌ! ٻيهر ٿي آچي، سورٺ! ساڳي سَئنَ،
اَڳِ به انهيءَ ڇَئنَ، ڇايا مُنهنجي چِتَ مان.

اَڳِ اهو آوازُ، گؤنجو نه گرنار ۾،
آهي وَيڻ وجود جا صدا ناهي سازُ،
اَڳِ اهو اندازُ، مون نه ڏٺو ڪنهن منگتي!

ڪَنهن جا ٻَهه ٻهه ٻولَ، ٻُريا ٻاهَر ٻاٽَ ۾؟
اڏيءَ راتِ رتولَ، ٻَري پيا ڏيئڙا!

هاڻ ته هر هر ٿو وڃي واڄو وڄڻ سمانُ،
ڌرتي ۽ آڪاسُ ڇڪڻ ڪن ٿا آگ سمانُ!
سورٺ! هي مهمانُ، باسي ناهي ڀؤن ۽ جو.

سورٺ! هي انسانُ، آهه انوکو ڳائڻو،
هي جو اُپريو ساز مان نڪري ساهه سمانُ،
ماڻهو آهه مهمانُ، مورُ نه آهي منگتو.

سورٺ! هي آواز يا ڪاريگر جي ڪاتَ،
ڪيڏي اڳڻ آتَ! ڪيڏو لوُن ۽ لُڇي پئي!

هؤ جا صدا ساز جي ڇڪڻ ڪا ڏيئي، لاتَ،
ڌيري، ڌيري، ٿي وئي پنهنجي جا پڙڪاتَ،
ڪيڏي ڇرڪ ڇراتَ، آهي ان آواز ۾!

سورٺ! تنهنجا ڳهه، چمڪڻ لڳا چنڊ جان،
سارا رنگ رتول جا، ٻولُ ڪيا ٻههه ٻهه،
چارڻ ڪيڏي ڪهه، اُپري ٿو آڪاس ۾!

سورٺ! تنهنجون آرسيون مُڙي ميڻ ٿيئون،
آيون آنهد ناد مان ڇڻگون چارڻ جون،
روڪ انهيءَ کي ڪون، ڪندو رڪ رتول کي.

سورٺ! هي آواز يا شيو جو تانڊوُ ناچُ،
ڪاري رات ڪماچُ، ڇرڪي پيو ڇرڪ ۾.

ستر سوٽيءَ جي سنگ ۾ ڪاليءَ پينڪر روپ،
آڌيءَ رات انوپ، ڪنولُ اُپريو آگ مان.

جئن کو ڏکي ناو، ڪاري، ڪارونڀار ۾،
سورٺ! هن آواز ۾ پنهنجي جا پڙلاو،
ڏيئي گهرا گهاو، وڏي، ويئو انگڙا.

سڙهو ٿي سِر ڪِنبُ، چرڪي جيئن چرات ۾،
تئن هينُ مانديءَ منڊُ، جلي جيءَ سڳنديو!

سورٺ! ڇـا هئن اوچـتـو اُڀري تـو آواز؟
چر ۾ چرڪي ٿو پٽوي صدين ڪـان پوساز؟
اڪ اهڙو اعجاز، مون نہ ڏٺو ڪنهن منگتي!

صديون رهـي سانت ۾ اُڀري تـو آوازُ،
ڪيڏيءَ جيءَ ولوڙ سان جڙيو، ٿو هي سازُ!
راڳي سارو رازُ، ڪنجهه ڪنجهاندر ڳالهڙي!

پويون راتيون مانگهه (١) جون، اونداهي تيرس،
پـلا پـاڻـيءَ ۾ جليا بـاهہ نـہ ڪئي بس!
آءٌ نہ پنهنجي وس، چارڻ مون کي چائيو!

پکين پر چرڪي پيا پنيٺ تـيـا بـڙ،
وڻ وڻ جي آلاپ سان جر ۾ جرڪي جڙ،
سارا تـڙ آوٽڙ، چمڪيا چوڏينهن چنڊ جان!

سورٺ! هـي پڙلاءُ، آيـو ڪنهن پولار مـان،
ڪيئن ڪو باسي پڙڻ جو ڪندو هيئن آهاءُ؟
صدين جـو سوداءُ، چڻڪي پـيـو چت ۾.

سورٺ! هيءَ پڪار، ڏونگر سڀ ڏاري وئي،
پنهنجيءَ آديءَ سانت مان چرڪ پريو سنسارُ!
ڪيڏا ڪاري وار، آهي تـان تنبير جـي!

---

(١) مانگهه مهيني جي اونداهيءَ تيرس تي پهريون پلو پاڻيءَ ۾ مرندو آهي.

صَديُون سِرجي ٿو پيو رَڳُن مَنجهه رباب،
صَديُون پنهنجي خواب ۾ گهاري، ٿو ڪو خواب،
تـڏهن اهڙو تاب، آچي ٿو آواز ۾.

سورٺ! ڏِس ته ڪير، اَجُ هِتِي آڳڻ آئيو؟
جرڪايو جنهن جيءَ ڪي لاهي ماٺوءَ ميرُ،
پاڻ نه اهڙو پيرُ، اڳهِ ڏنو مون ڪڏهين!

(٣)

مُلهه مَهانگا منگتا، سِر جي صدا ڏين،
چارڻ پنهنجي چنگ سان ماڻڪ نه ميڙين،
آڏيءَ جو آڻين، پري، آگ آلاپ ۾.

سُرندي، ساٿُ ڏَئي، مٿو ٿي مانائتو،
متان مال متاع جي تو ڪا ڳالهه ڪَئي!
هرڪو راءِ رَئي، سونُ ٿئين جي سِرُ ڏئين.

جي تو ساڃَهه ساز جي مُلهه مهانگو ناهه،
مون سان ساٿُ نباهه، جهونا ڳَڙهه جَرڪي پوي.

آءٌ نه ڪاٽيارو ميان تون ئي ڪاٽيارو،
سِرُ جو ساٿُ ڏَئي ٿِئي مَٿو موچارو،
چارَڻَ بِن چارو، راجا تو نه رتول ۾!

اَڻُ تُوهُ آجائي، راجا هيءَ رتول ۾،
جي اَجُ تنهنجي جندڙي وِڍي تي وائي،
مَتان راڳائي، مَٿي بن موڙائيئين!

ماڻڪ مِٿيءَ جيئن، موُر نه پاسَن منگتي،
جهاتون وجهي جيءَ مان ڪَنڌُ لِڪايئه ڪيئن؟
آءٌ نه وڃان اِيئن، هيڪر تاڻي تَندُ ڪي.

سورٺ کي سمرات تون پيهر ڏسندين ڪيئن؟
جي تو ڪند لڪائيو هورَ پرائي هيئن!
آءُ نه وڃان ايئن، هيڪر ڪاٺي تند کي.

جي توُن ڪند ڪماچ سان سرچائين سائين!
جيئين سدائين، جهونا گڙهه جي جيءَ ۾.

تنهنجو گل گرنار ۾، جي مان ڇنان هاڻ،
گهرُ گهرُ گلڙا تي وڃي سڀ ڪو ٿي سرهاڻ،
ڪند ڪڪوري آڻ، آجو تنيءُ اقرار ۾.

ڏس توُن پنهنجي پاڻ کي ڇا توُن ساڳيو راءِ؟
سورٺ سورٺ آ اڳين لاٿو تنهنجي لاءِ؟
ڪند ڪپائي پاءِ، هاڻي پنهنجي پاڻ کي.

جي توُن منهن موڙي وئين مون کان سورٺ ور!
مون لئه سر پيا پيي گهڻا ڪيئي دانيي در،
مون کي تاري پر، رُئندين رت رتول ۾.

جنهن به بدو هڪوار، ترڪي منهنجي تند کي،
تنهنجي وس نه هينئڙو تنهن تي ڪند متيار،
موٽي سڀ چمار، رُئندين رت رتول ۾!

ڪند نه تنهنجو ڪند، هاڻي مان آن جو ڏئي،
پيرن ۾ پينار جي پارک تنهنجو پند!
ڇٽڻ نه ڏيندو هند، سک نه سمهندين سيج تي.

هين ساري سنسار جي مايا متي متي،
تو ۾ تند ڪٽي، مرندي تائين اوپري.

آچُ آچُ! آجو ٿيءُ، ناٿي ڪنڊُ ڪماچ ڪري،
جادوءَ منجهه جڙي ويو جاچڪُ تنهنجو جيءُ،
متان پائين اِيءُ، مون ٻِن سمهندين سُکَ سان!

آءَ اُهو اِسرارُ، جنهن کي تو ڪوليو پٽي،
مون کان وانجهي ٿي ويو تو پانيو سنسارُ،
تنهنجو قولُ قرارُ، مون سان چاٿي چمرَ کان.

جِت ڪِٿ آءَ ٻُران پيو تون ويندين ڪيڏانهن،
آءَ هتي هيڏانهن، واري ڪنڊُ ڪماچ تي.

تو پانيو مان اوچتو، توڙي، آيو هان!
ويرو تار ٻران پيو، تنڊُ ٽپائي مان،
ها، پر تو مون کان، ٻوڙيءَ ٻوجهه لنوائيو.

مون نه ٽيندي راڄيا! سورٺ سُرندي مٽُ،
مٽ نه هين آوازَ جي کوبه پٽيهرُ پٽُ،
چائي آهي چٽُ، آءَ آمرتا آهيان.

ماڻڪ منين منجهه، مٽ نه هين آواز جي،
ويرو تار ٻري پيو سُرندو صبحَ سنجهه،
ڏينهن و جهين چوڏنجهه، مون کان منهن موڙي ڪري!

ڪينرُ چائي ڪنڊُ، اڳي کان اڳرو ٻري،
هيءُ اُنهن جو هنڊُ، سُرَ تي جن سِرُ ورايو.

ڪينرَ لٿوءَ لالُ، اڳي کان اڳرو ٻري،
تنڊون رتَ جهپيليون پوڻءَ انوکو پالُ،
هٿ هٿ تنهنجو حالُ، موٽايئه جي منگتو.

(١٤)

مٺو ھَنِٿن مَٿِ، پِيرَ اچا پِي پَنڌَ ۾،
چارڻَ مٺِھ نہ ڪَنِ، توري اِن ڪي تَنڌ سان!

مٺو مٿان پاڻِيَن ناھي ڪائي وَٽ،
ڪِري ڪيِنَرَ پَٽ، موکي وَيُہ منگتا!

بيجَلَ! بيجَلَ! تو جيان ڪيئي ڪيِنَر پَٽِ،
پَرَ ھي مٺو ڪورجي سَڀ ڪان آھي مَٿِ،
چارڻ! مُٺِھ نہ ڪَنِ، اِن ڪي توري، تَنڌ سان!

آھي پَرک پُڪارَ جي مَنگتا ھِيءُ مٺو،
جيڪو آجُ لٿو، تڙقي تُنھنجي تنڌ تي.

تَنڌ تہ رُڳو لوھہ، مٺو گُلَ گُلاب جو،
مٺو جنھن ۾ موھہ، ايڏو آھي تنڌ سان!



# پرک

(تبصرا)

اهو اديب جيڪو تنقيد ٺٺو سهي سگهي، آهو زندهہ نہ رهي سگهندو ۽ نہ ئي اڳيان وڌي سگهندو. تنقيد ڪندڙ جو مرتبو تمام گهڻو بلند آهي، جيڪر هو ايمانداريءَ سان تنقيد ڪري.

**آليون اکيون، اُڏيا وار،** شاعر: سرويچ سجاولي ، سائز : ڊيمي ، ڪاغذ: اڇو، صفحا ١۴۴ ، قيمت: پنج رپيا، ڇپجڻ جو مهينو: جون ٧٢ع ڇپائيندڙ: لاڙ پبليڪيشن، سجاول، سنڌ

فنڪار پنهنجي دؤر جو اهڙو سجاڳ ۽ باشعور فرد هوندو آهي ، جيڪو پنهنجي وقت، ماحول ۽ ماڻهن جي حالتن کي اهڙي نموني سان ڇٽي پيش ڪندو آهي، جيئن ان وقت توڙي ايندڙ وقت ۾ ماڻهن کي پنهنجون ڳالهيون، دل سان لڳن ۽ جيڪي هو ڳالهيون شدت سان محسوس نہ ڪري سگهن، سي پنهنجي شاعرن جي واتان ٻڌي ائين محسوس ڪن، ڄڻ اهي سچيون پچيون ڳالهيون آهن، جيڪي ڪين ڪڏهن ڪڏهن ياد هونديون آهن ، ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪائن ڪافي وقت لاءِ وسري وينديون آهن. ڇو جو هو پاڻ ان ڏکن ڏڏي ماحول ۾ ايترو تہ جذب ٿي وينداآهن، جو ان کان جدا ۽ الڳ ٿي، اهي ڳالهيون رڳو سرويچ سجاولي جهڙن شاعرن جي واتان ٻڌي پوءِ ياد ڪندا آهن .

سرويچ جي شاعري، بنيادي طور تي انگ اگهاڙن ماڻهن جي هجومن ۽ انبوهن اڳيان پڙهي ڪين پنهنجا ڏک ۽ پاڻ تي ٿيل ظلم ياد ڏيارڻ جي شاعري آهي.

سرويچ سجاولي اهو شاعر آهي، جنهن بي باڪي ۽ بهادريءَ سان ڇٽي ڏنو آهي تہ: مهنجا ڏکن ڏاريل ڏوٿيئڙا، آءٌ ڪو وڏو عالم، اديب ۽ علامہ ڪونہ آهيان. آءٌ تہ بلڪل ئي هڪ اڻجاڻ، ادني ۽ هن زماني جو ستايل ۽ سورن ساڙيل سنڌي آهيان. آءٌ تہ فقط ، اوهانجي ۽ پنهنجي سورن، صدمن، سهمن، ڏکن ڏولائن، اهنجن ايذائن، عقوبتن ۽ اذيتن جون ڳالهيون ڳايان ٿو.....

رسول بخش پليجي مهاڳ ۾ لکيو آهي تہ سرويچ کي [1] اهي

ڳالهيون ۽ انهن خلاف اٿاهه نفرت ۽ غصو ڪيس ماءُ پيٽان ورثي ۾ مليو آهي.'

ڏاڍ خلاف نفرت ماءُ پيٽان ورثي ۾ ڪٽي ايندڙ نه رڳو لاڙ، پر سموري سنڌ جي وطن دوست سرويچ جي شاعري اسانجي غريب ۽ هيٺئن ماڻهن جي ٻڪ، بيماري ۽ پنهنجن ۽ پراون جي پرماريت جو چٽو، صاف، عام فهم جلد سمجهي سگهڻ وارو عڪس آهي، جيڪو انهن ڏاڍ جي شڪار ٿيل ماڻهن جي پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڏي چٽيل آهي:

هن سنڌ وطن جا صدين کان سورن ساڙيل،
ڪاڙهن ڪاڙيل ۽ ويل ۾ واڙيل وانگيئڙا،

۽

ير! وانگين جـــا ون يونٽ ۾ گس، گهيڙ
گهٽيون، گهر گام وڪيا!

سرويچ جون اهي سٽون مٿي ۾ لوڙ هڻي، ڏاڍ خلاف احتجاج ڪرڻ، آواز اٿارڻ ۽ وڙهڻ لاءِ ڪاوڙ ۽ نفرت سان اسانجون اکيون ئي ڳاڙهيون ڪريو ڇڏين.

ون يونٽ لاڳو ٿيڻ ڪانپوءِ هن خطي سان ٿيل ڏاڍاين خلاف سرويچ جي شاعري ۾ ٻه حقيقي پهلو آهن. هڪ ته شاعر عام ماڻهن ۽ ڏاڍ جي شڪار ماروئڙن جي حال تي ڳوڙها ڳاڙيندي بي وس ۽ مجبور پيو ڏسڻ ۾ اچي. ڪيس ڇوٽڪاري جي اميد ڪانهي!

جت تيل بجاءِ تـو وجي پاڻي ڀري ڙي،
جيئڻ بـ جتي ٿيو آه، ڳالهه ڳري ڙي،
معصوم لکين لال، ويا مرضن ۾ مري ڙي،
تن ڪي نه ڏني ڪنهن به نالهي تيل تري ڙي،
مليو نـه مگر تـن ڪي ڪو آنـو آڏارو،
سورن ۾ لنگهي تن جو، ويو سانونڻ ۽ سيارو!
هر جاءِ ڏسان جار ' ننگي انگ اگهاڙيون.'
وهائين ٿيون لکين لڙڪ هو نيڻن مان نمائيون،
سرجڻ ڪان سڪي سوڪ ٿيون سورن ۾ سيائيون،
چائن نه ٻنان روڄ پيو راڳ ڪو رائيون،

هر مهل ٿئي تن جو ٿو، گوندر ۾ گذارو،
ڇانيل ٿو رهي تن جي، او! اڳر تي انڌارو
سانگين جو ويو آهي، سڪي ساس وطن ۾،
ڇڙيا پيا هلن ڇيڪ، ڪي راڪاس وطن ۾،
ماڻهن جو پٽي ڪين، ڪڇو ماس وطن ۾،
هر پهر اچي پاپ جي، بوء باس وطن ۾،
هر قهر ستم جو تہ ڪندي ناه ڪنارو،
گذري ٿو غريبن جو هــر ڏينهن ڏکارو.

يـا

ساڳي ئي نظم ۾!

سرويچ پلا ملڪ ۾ هي ڪهڙو انڌارو!
ڪسجي ٿو غريبن ڪان، جيئڻ جو ڇو سهارو!

پر ساڳيو مجبور ۽ بيوس شاعر سرويچ جڏهن سماجي تحريڪن ڪي نہ رکو ڏسي پسي ٿو، پر پاڻ ان ۾ شامل ٿي هيٺن ۽ همت وارن هجومن اڳيان شعر ٿو پڙهي تہ شاعر جي ڪيفيت ٻي آهي:
'پارا ۽ پنهوار' نظم ۾ ڏتڙيل ماڻهن جي عڪاسي سان گڏ ڪين اٿاري اوندهہ جي خاتمي لاء روشني ڪرڻ جو سڏ پڻ آهي:

پوه جو مهينو رات بہ پوئين، پونگي پرسان پوري پين،
نيلي آپ ۾ آس آڙايـــو، ويٺي نـــائي نرمل نيڻ،
هير آترجون هڪلون ڪريو، ور ور سان ڏي تنهنڪي وين،
ساٿيڙا ڙي! سوچيو سوچيو! ســردي ساڙيا ڪهڙا سين!
پوه جو مهينو رات بہ پوئين، در پگل وٺ سهٽي ڏيء،
سينهي وانگر سوڙهي ڪٿي، ڏس ساڙي ڪيڻن نہ آهي سيء،
هاء ڏسي ڪا دردوندي دل، حالت هتڙي هيڪر هيء،
ڇا نہ ڪيو آ ڇورين سان، هن سنڌ وطن ۾ سيء!
پوه جو مهينو سينهن ۽ پارو، رات انـڌاري ڪاري ٻاٽ،
ويڙه وطن جـا وانگي ويٺا، پنهنجو وڇائي وڳ ۽ واٽ،
سانگين سان سرويچ ادا هت سورن سهسين ڪيڙا سٽ،
اٿـــو اٿـــو اي ساٿي! سنيري واڇوڙن ۾ ٻاريون لاٽ.

يا سندس نظم 'جرنيلن جا پيش امام'، 'اسين هڪل سان هزار ماريون'، 'وڏو پيو انقلاب اچي'، 'ڪٿي آئو اي ڪوڏيا'، 'هاري جاڳ' ۽ 'مارو زندهباد'، تمام حوصلي، همت، ڏاڍ مڙسي ۽ ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ اڳيان اچي ۽ وچڙڻ وارا نظم آهن.

سرويچ جيتوڻيڪ وچولي يا ننڍي وچولي طبقي جو 'منجهيل عوامي شاعر' نه آهي. پاڻ هيٺين يا ذري گهٽ پورهيت طبقي جو 'سفيد پوش' ماڻهو آهي، پر ٿوري دير لاءِ Realistic ٿي جڏهن سندس ڪلام تي تبصرو ٿو لکان ته مونکي وچولي ۽ ننڍي وچولي طبقي جي 'منجهيل شاعرن' جي پيٽ ۾ وٽس نوان حسن، سونهن ۽ گهرائي جي گهٽتائي ٿي محسوس ٿئي، جنهنجو سرويچ پاڻ به اعتراف ڪيو آهي ته: هو ڪو وڏو عالم ۽ علامه ڪونهي، پر پنهنجن پنهنجن ماروئڙن جي ڏکن جون ڳالهيون ٿو ڳائي.

فنڪار پنهنجي سوچ يا احساس جي تخليق ۾ فن کي هيٺ نه ٿو ڪيرائي. فن سندس سوچ سان گڏ اتانهون بيٺو آهي. عظيم شاعري ابن صفي جو جاسوسي ناول ناهي جو بس ۾، رڪشا ۾، هلندي رستي، ٻن ڪلاڪن جي واندي وقت دوران ڪنهن هوٽل ۾ يا ٽرين ۾ ماڻهو اڪيلائي جي احساس کان بچڻ لاءِ يا رات جو سنسان بنگلن جون پٽيون ٽپي Adventure ڪندڙن ڪردارن کي پڙهي مزو ماڻي يا وقت گهارجي.

اياز جڏهن ڪنهن وڏي تبديلي، ڪايا پلٽ يا انقلاب جا جا اهڃاڻ ٿو ڏسي ته 'انقلاب اچي ويو اچي ويو' چئي رڙيون نٿو ڪري، پر هڪ وڏي فنڪار جيان 'رُت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي' چئي انقلاب جي آمد جو آدرياءُ ٿو ڪري. اتي اياز پنهنجي فنڪار کي ٻاسيرو سمهاري نٿو ڇڏي، پر اياز جو فنڪار پاڻ انقلاب جي آمد جو اطلاع ٿو ڏئي.

بهرحال شاعري يا ادب ۾ ليکڪن لاءِ اهي مرحلا وڏيڪ سجاڳي Consciousness ئي آڻيندي آهي ۽ ورهين جي وڏي عبادت رياضت ڪانپوءِ سوچ ۽ فن جا اهي سلسلا طئي ٿيندا آهن. جيئن تمام گهڻي محنت ۽ جاکوڙ سان کيڙيل ڌرتيءَ مان ڦرپور سهڻو

ملو نڪرندو آهي، تيئن عظيم تخليق فن ۽ سوچ سان گڏ فنڪار
جي هانوَ ۾ ڪامندي جلندي پڇي راس تي ڪوري ڪاغذ تي چٽجي
ويندي آهي. سرويچ جي نج ٻولي هوندي، زير اضافتن جهڙي ڪچري
جي ڍير جي بدبوءِ کان بچندي، پنهنجي 'عوامي سوچ' سان وابسته
آهي اشعار، تشبيهون ۽ ذهني وابستگي واريون ڳالهيون، وچولي يا
نندي وچولي طبقي جي بين 'منجهيل شاعرن' جي پيٽ ۾ گهٽ
ڏئي سگهيو آهي.

اها ڳالهه چئي مان اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش هرگز نٿو
ڪريان، ته سرويچ ڪو معمولي شاعر آهي. شاعر سرويچ سجاوليءَ
سچائي، صداقت، بهادري، حقيقت نگاري ۽ سٺي ٻولي ڪري سنڌ
جي وڏن شاعرن جي صف ۾ بيٺل آهي. ڪيس سنڌي شاعري ۾ ٻي
صف جو شاعر ڪوٺڻ نهايت بي ايماني ٿيندي.

جيئن مان مٿي چئي آيو آهيان ته سرويچ جي شاعري بنيادي
طور تي لکن هزارن انسانن جي هجومن ۽ انبوهن اڳيان پڙهي ٻڌائڻ
واري شاعري آهي، پر سرويچ کي شاعر بدران Propagandist به
نٿو ڪوٺي سگهجي.

سرويچ کي سنڌ جو Rustic ۽ لوڪ شاعر چوڻ سائس
ناانصافي نه پر سندس قدر آهي.

سهاڳ ۾ جن ماڻهن جا ٿورا مڃيا ويا آهن، تن مان هڪ اڌ
نالو، شاعر جي 'سوچ' جي ابتڙ ۽ اعتراض جوڳو آهي.

اهو به ڏک سان چوڻو ٿو پوي ته اهڙي سٺي شاعر جو ڪلام
چڱي نموني سان نه ڇپجي سگهيو آهي. جنهن لاءِ شاعر کي ڏوهه
نٿو ڏئي سگهجي. اسان وٽ ماڻهن اڃان پنهنجن شاعرن ۽ اديبن جو
قدر نه ڪيو آهي. سنڌ جا ماڻهو الائي ڪڏهن سجاڳ ٿي وطن جي
سرويچن جي قدر سان گڏ ذهني ۽ فڪري ڪم ڪندا.

هن دلبر ديس جي مانجهي مٽيادارن ۽ ڏاڍ جي تيرن جا
لاڳيتا نشان سهندڙ ماڻهن جي ڏکن ۽ سورن جي پچار ڪندڙ ۽
روشنيءَ جي هرطالب کي کپي ته سنڌي ماڻهن جي شاعر سرويچ سجاولي
جو ڪتاب 'آليون اکيون اٿيا وار' پنجين رپئي ۾ خريد ڪري پاڻ

پڙهن، پنهنجن مائرن، ڀينرن، مٽن مائٽن، سنگتين ۽ اوڙي پاڙي کي پڙهائي کين پنهنجو احوال ٻڌائين.

**— اقبال جتوئي**

**ريشمي چار**، (ناول) ليکڪ: آرل اِسٽينلي گارڊنر، سنڌيڪار: نظير شيخ، سائز: ڪرائون، صفحا: ٢٣٦، ڇپائي: اڇو، قيمت: ٽي رپيا، ڇپجڻ جو مهينو: آڪٽوبر ١٩٧٢ع، ڇپائيندڙ: آڪاس پبليڪيشن، دوآبو لائين، گاڏي کاتو، حيدرآباد، سنڌ.

**ريشمي چار**، 'آڪاس پبليڪيشن' جو ڇهريون ڪتاب آهي ۽ انهيءَ ڪتاب سان سنڌيءَ ۾ شايد جاسوسي ڪتابن جو پراڻو شاندار دؤر ٻيهر شروع ٿيندو. ريشمي چار هڪ جاسوسي ناول آهي. ۽ انهيءَ ناول جو ليکڪ جڳ مشهور ليکڪ 'آرل اسٽينلي گارڊنر' آهي. گارڊنر جا جاسوسي ناول سڄي دنيا ۾ مشهور آهن، ۽ دنيا جي هر ترقي يافته ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن. سنڌيءَ ۾ گارڊنر جو اهو ڇهريون ناول آهي. گارڊنر پنهنجي جاسوسي ڪهاڻين لاءِ هڪ امر ڪردار 'پيري ميسن' خلقيو آهي. ۽ انهيءَ ناول ۾ به 'پيري ميسن' موجود آهي. پيري ميسن هڪ هوشيار وڪيل آهي، ۽ اهو هميشه اهڙا ڪيس کڻندو آهي، جيڪي دلچسپ ۽ مُنجهائيندڙ هوندا آهن. اهڙا ڪيس، جيڪو ٻيو وڪيل يا جاسوس ڪڏهن به حل نه ڪري سگهندا. آرل اسٽينلي گارڊنر ڪي اهڙا ڪتاب به لکيا آهن، جن ۾ پيري ميسن جو ڪردار ڪونهي، پر عام طرح پڙهندڙن آهي ڪتاب پسند ڪيا آهن، جن ۾ پيري ميسن آهي. ريشمي چار The Case of The Velvet Claws جو ترجمو آهي. ۽ انهيءَ ناول جو شمار گارڊنر جي سٺن ڪتابن ۾ ٿيندو آهي.

مون جو مٿي جاسوسي ڪتابن جو 'پراڻو شاندار دؤر' لکيو آهي، انهيءَ جي وضاحت ڪرڻ گهران ٿو. ورهاڱي کان اڳ سنڌيءَ ۾ تمام گهڻا جاسوسي ڪتاب شايع ٿيا هئا. شڪارپور ۽ روهڙيءَ مان اهڙا ڪتاب تمام گهڻي انداز ۾ ڇپيا هئا. دلچسپ ڳالهه اها آهي ته سنڌيءَ ۾ انگريزي جاسوسي ڪتابن جا ترجما اردوءَ کان پهرين شايع ٿيا هئا. شڪارپور واري 'پوڪرداس'، اردوءَ جي مشهور جاسوسي

ناولن جي ترجمانگار تيرٿ رام 'فيروز پوري' کان گهڻوا ڪ جاسوسي ناولن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو. ورهاڱي اڳ تائين شايد ئي ڪو سٺو انگريزي جاسوسي ناول اهڙو هوندو، جيڪو سنڌي ۾ ترجمو ٿي نہ ڇپيو هجي. انهيءَ وقت جي جاسوسي ڪردار 'ارسين لوپن' 'بليڪ جاسوس' ۽ 'شرلاڪ هومز' جي ڪردارن سان، انهيءَ وقت جا پڙهندڙ ائين واقف هئا، ڄڻ تہ اهي سنڌي ڪردار هئا.

ادب جون ڪئي شاخون آهن، جن مان هڪ شاخ آهي، 'ادب - تفريح لاءِ'. اهڙو ادب فقط وقت گذارڻ لاءِ هوندو آهي. ۽ اهڙو ادب دنيا جي هر ترقي يافتہ ٻوليءَ ۾ هوندو آهي. ۽ اهڙي ادب جو هئڻ ضروري پڻ آهي. ڇاڪاڻ تہ پڙهندڙن جو وڏو تعداد اهڙو هوندو آهي، جيڪي فقط انهيءَ ڪري پڙهندا آهن، تہ 'چڱو وقت' گذارجي، اهڙا پڙهندڙ، اهڙا ڪتاب پسند ڪندا آهن، جن ۾ دلچسپي هجي، تجسس هجي، پڙهڻ وقت انهن جو پورو خيال انهيءَ ڪتاب ۾ بيان ڪيل ڪهاڻين ڏانهن هجي، ٻي هر ڳالهہ انهن کي وسري وڃي. جاسوسي ناولن ۾ اهي سڀئي ڳالهيون پوري قوت ۽ شدت سان هونديون آهن. اهو ئي سبب آهي، تہ هر ملڪ ۾، جاسوسي ناولن کي پسند ڪندڙن جو تعداد تمام گهڻو هوندو آهي. اهڙا ڪتاب گهڻو ڪري 'سفر جا ساٿي' سمجهيا آهن. ورهاڱي کان اڳ تہ اهڙن ڪتابن جي افاديت کي محسوس ڪيو ويو هو، پر افسوس تہ ورهاڱي کانپوءِ اهڙن ڪتابن ڏانهن ڪنهن بہ توجہ نہ ڏنو. ۽ نتيجو اهو نڪتو جو، اهڙي ڪتابن جي پڙهندڙن، ٻين ٻولين ڏانهن رخ ڪيو. خاص ڪري اردوءَ ڏانهن، ڇاڪاڻ تہ اردوءَ ۾ اهڙا ڪتاب لاتعداد ڇپيا آهن. اهڙا ڪتاب پسند ڪندڙ اسانجا سنڌي پاڻ لاچار اردو جاسوسي ناول پڙهندا آهن. اسانکي سٺا جاسوسي ناول گهڻي تعداد ۾ ڇپڻ گهرجن، تہ جيئن آهي سنڌي پڙهندڙ، اردو ڏانهن راغب نہ ٿين. ۽ جيڪڏهن اهي مسلسل اردوءَ ۾ جاسوسي ناول پڙهندا رهيا تہ آهي انهيءَ ٻوليءَ سان ايترا مانوس ٿي ويندا، جو پيا هر قسم جا ڪتاب بہ فقط انهيءَ ٻوليءَ ۾ پڙهڻ پسند ڪندا. تنهنڪري اسانکي نہ فقط جاسوسي ڪتاب گهڻي تعداد ۾ سنڌيءَ ۾ ڇپائڻ گهرجن، بلڪ هر موضوع تي سنڌيءَ ۾

معياري ڪتاب ڇپائڻ گهرجن، ته جيئن ڪوبه سنڌي پڙهندڙ، ٻي ٻوليءَ ڏانهن رخ نه ڪري.

ريشمي چار هڪ ڏاڍو سٺو ۽ دلچسپ ڪتاب آهي. پڙهندڙ هڪ دفعي ڪتاب شروع ڪندو ته پوري ڪرڻ کان اڳ ڇڏڻ تي دل نه ٿيندي. نظير شيخ ترجمو به سٺو ڪيو آهي، پر گهڻن هنڌن تي لفظي ترجمو به ڪيو اٿس. هر ٻوليءَ جو پنهنجو مزاج آهي، ۽ ڪنهن ٻي ٻوليءَ جو ترجمو جيڪڏهن لفظي ڪبو، ته اهو ٺهڪي نه ايندو، انهيءَ ڪري ترجمو هميشه پنهنجي ٻوليءَ جي مزاج مطابق ڪرڻ گهرجي.

بهرحال اهي غلطيون اهڙيون ڪونهن، جيڪي ڪتاب تي اثر انداز ٿين. ڪتاب ٢٣٦ صفحن جو آهي ۽ اڇي ڪاغذ تي ڇپيل آهي، قيمت انتهائي مناسب آهي. پر ڪٿي ڪٿي ڇپائي چڱي ڪانهي، مٿس تمام گهٽي ڪم آندي وئي آهي، جنهنڪري ٽائيپ پرجي وئي آهي، ڪٿي خراب ڇپائي ڪري پيج نه هيٺ مٿي تي ويا آهن. آڪاس پبليڪيشن جي مناسبت سان پبليڪيشن جو مونوگرام پڻ چڱو آهي. پر هڪ ڳالهه تعجب جهڙي آهي ته ڪتاب جي مٿان ڏنل مونوگرام ۽ سب ٽائيٽل تي ڏنل مونوگرام ۾ تمام گهڻو فرق آهي. حقيقت ۾ مونوگرام ۾ فرق نه هئڻ گهرجي. سب ٽائيٽل جي اڳيان جيڪو پيج ڏنل آهي، جنهن ۾ ناول جو هڪڙو ٽڪرو پيش ڪيل آهي، اهو متاثر ڪندڙ ڪونهي، انهيءَ کان وڌيڪ ڪئي دلچسپ ڳالهيون ناول ۾ موجود آهن. ڪتاب جو ٽائيٽل به چڱو آهي.

بهرحال اِهو ڪتاب پڙهڻ جهڙو آهي، ۽ هڪ دفعي کڻبو ته پوري ڪرڻ کان اڳ رکڻ تي دل نه ٿيندي.

**— طارق اشرف**

**برسات**، (هفتيوار)، چيف ايڊيٽر: يوسف شاهين، ايڊيٽر: غلام حيدر صديقي، سائز $\frac{18X23}{2}$، قيمت: هڪ رپيو، پنو: اخباري، شايع ٿيڻ جو هفتو: ٧ - نومبر ٧٢ع، ڇپائيندڙ: هفتيوار برسات ١٧ / ايف ٢ - پي- اي- سي- ايچ سوسائٽي، ڪراچي ٢٩.

**برسات**، جو هي پيو پرچو ۽ ٻهرين جي مقابلي ۾ وڌيڪ سٺو آهي.

حقيقت ۾ ڀهريون پرچو بہ چڱو هو. برسات جهڙي پرچي جي سنڌيءَ ۾ سخت ضرورت هئي، اهو پرچو اردوءَ جي هفتيوار پرچن جو چڱو خاصو زور ٽوڙي ڇڏيندو. اهڙي پرچي جي سنڌيءَ ۾ هڪ عرصي کان کوٽ محسوس ڪئي پئي وئي، ۽ برسات اها کوٽ پوري ڪري ڇڏي آهي. ڀهرين نظر ۾ ئي پرچو ايڏو متاثر ڪري ٿو، جو يڪدم وڃي دل تي ٿئي، انهيءَ جو خاص سبب آهي- پرچي ۾ مختلف ۽ گهڻي ڀاڱي هر موضوع تي مواد. اِهي شيون هرعام ۽ خاص پڙهندڙ کي پاڻ ڏانهن متوجہ ڪن ٿيون. ۽ برسات هڪ اهڙو پرچو آهي، جنهن ۾ ڪافي مواد آهي، پڙهندڙ ڪافي دير تائين مشغول رهي ٿو.

هن پرچي ۾ جتي ڪافي مواد آهي، اتي چڱا لکندڙ پڻ آهن. منظور قريشي، عبدالڪريم سعدي، الطاف شيخ، امداد حسيني، آمر جليل ۽ بشير موريانيءَ اهڙا نالا آهن، جنکي پڙهندڙ پڙهڻ ضرور پسند ڪندا.

هن پرچي ۾ آمر جليل جي ڪهاڻي 'هڪ گهڙيءَ جو موت' سٺي ڪهاڻي آهي. امداد حسينيءَ جو ڪالم 'ڳالهيون پيٽ ورن ۾....' بہ وڻندڙ ڪالم آهي. عبدالڪريم سعديءَ جو 'سفرنامو' ۽ 'الطاف جون ڳالهيون' پڻ دلسچپ. انور جو مضمون 'هپي، رُلُل نسل' سٺو مضمون آهي. ۽ فلمي صفحا پڻ توجہ ڇڪائين ٿا. 'ڏيساور' واري صفحي تي آمريڪي صدر جي چونڊ تي بشير موريائي جو جائزو چڱو آهي. بشير موريائي نڪسن لاءِ جيڪو رايو قائم ڪيو هو، اهو صحيح نڪتو. البت ہي اڳڪٿي صحيح ثابت نہ ٿي سگهي. يعني تہ: 'ڪانگريس ۾ پڻ نڪسن جي پارٽي ڊيموڪريٽس کان گوءِ کڻي ويندي. نڪسن کي ڪانگريس ۾ اڪثريت حاصل نہ ٿي سگهي، تنهنڪري ايندڙ سالن ۾ کيس آمريڪي ٽوڙي پرڏيهي اقتصادي ۽ امدادي پاليسيءَ تي عمل ڪرڻ تي ڪافي دشواري ٿيندي.

قائم علي شاه وارو انٽرويو، جنهنجي پبلسٽي ڪافي ڪئي وئي آهي، سو هڪ انتهائي سطحي قسم جو هو. انٽرويو وٺندڙ هنڪان کي بہ اهم سوال نہ پڇيا، ائين پيو محسوس ٿئي تہ انٽرويو وٺندڙ

انٽرويو وٺڻ لاءِ اڳ ۾ سوال نه سوچيا هئا. قائم علي شاه آئين متعلق پڇيل هڪ سوال جي جواب ۾ چيو آهي ته: 'منهنجي خيال ۾ صوبن کي وڏيڪ خود مختياري ملندي.' شاه صاحب حقيقت کان صفا منهن موڙي ورتو آهي. دراصل نئين آئين تحت صوبن کي ڪابه خود مختياري مليل ڪانهي. شاهه وڌيڪ اهو به چيو آهي ته: 'مرڪز پنجاه ڪاتا پاڻ وٽ رکيا آهن، پيا صوبن کي ڏنا آهن.' اهي پنجاه ڪاتا، جيڪي حڪومت پاڻ وٽ رکيا آهن، انهن جي ڪسجڻ ڪانپوءِ صوبن وٽ بچيو ئي ڇا ٿي جو خود مختياري جو سوال اٿي! آئين به اهو انٽرويو گهٽ، موجوده پارٽيءَ جي پبلسٽي گهڻي آهي.

مس فردوس جوڻيجو سان ملاقات مختصر ٿي، پر ملاقات وڻندڙ هئي. اديبن جون تصويرون پڙهندڙن لاءِ جازبيت رکنديون. پر شمشيرالحيدريءَ جو گڏهه تي ويهي تصوير لهرائڻ ڪجهه عجيب لڳو. پڙهندڙ، لکندڙن کي عزت جي نگاهه سان ڏسندا آهن. اهڙي مسخري ڪنهن اديب کي ڪونه جڳائي.

برسات ۾ ڏنل ڪارٽون پراڻا ۽ بي ڊنگا آهن، انهيءَ ڏانهن توجه ڏيڻ گهرجي. آخر ۾ اهو چوندس ته برسات هڪ تمام سٺو پرچو آهي، ڪجهه محنت ڪرڻ سان اهو اڃا به سٺو ۽ ڪارائتو ٿي سگهي ٿو. پر سڀ کان وڏي ڳالهه، ته انهيءَ پرچي کي وقت تي نڪرڻ گهرجي. نه ته پرچي کي سخت نقصان رسندو.

— طارق اشرف

# تنقيد ۽ رايا

مان اوهانجي هن حق لاءِ سدائين وڙهندس،
تہ اوهين مون سان اختلاف راءِ ڪري سگهو.
— والٽيئر.

■ سهڻي جي نومبر واري پرچي جو سڄو مواد اڳي ڪان اڳرو معلوم ٿيو. آمر جليل جي ڪهاڻي 'ڪپيل ٻانهہ جو وارث' هڪ شاهڪار آهي. سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز جي شعرن تہ دل ۾ لاتَ لڳائي ڇڏي. اياز جا شعر، سهڻيءَ جو روح آهن. جيڪڏهن ٿي سگهي، تہ اياز جا شعر اڃان بہ وڌيڪ ڏيندا ڪريو. توهانجو ايڊيٽوريل ڏاڍو وڻيو، پورا ٿي دفعا پڙهيومانس تڏهن بہ ڇهٽين نہ پيو اچي. اميد تہ اهڙي ئي لڳن سان سهڻي کي سينگاريندا رهندا. ياءَ، سهڻي اسانجي دل جي ڌڙڪن آهي. اسين سهڻيءَ کي ڪڏهن ڪومسو واءُ بہ لڳڻ نہ ڏينداسين. سهڻي اسان سنڌين جي جيڪا خدمت ڪئي آهي، اها اسين ڪڏهن بہ نٿا وساري سگهون. هيئنر سنڌ جو ٻچو ٻچو سجاڳ آهي. مسعود نوراني جو مضمون '٤ مارچ' پسند آيو، ڪيس مبارڪون ڏيڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهان. سهڻيءَ کي پنهنجي پريس قائم ڪرڻ تي منهنجي ۽ منهنجن دوستن طرفان مبارڪون قبول ڪندا.

— **صوفي فتح علي**، صوفي فقير، ٿرپارڪر

■ نومبر جي 'سهڻي' پڙهي ۽ بي اختيار قلم هٿ ۾ اچي ويو، سندس سونهن جي واکاڻ لاءِ هوندا تہ، سهڻي آهي ئي سهڻي، پر مٿان جيڪو سينگار توهان انکي ڪرايو آهي، تنهن منجهس چوڏهن چنڊ لڳائي ڇڏيا آهن. اوهانجو ايڊيٽوريل سهڻيءَ جي نٿ آهي تہ آمر جليل جي ڪهاڻي سهڻيءَ جي سوپيا. واقعي امرجليل جهڙا انسان هن دنيا ۾ ڪڏهن ڪڏهن پيدا ٿيندا آهن ۽ هميشه آمر رهندا آهن. اها اسان سنڌين جي خوشنصيبي آهي، جو اهڙو بهترين قلمڪار سنڌ ۾ پيدا ٿيو آهي. ٻيا سڀ مضمون ۽ شعر بہ بهترين آهن. اميد ٿي ڪريان تہ اوهين هميشہ سهڻيءَ کي ائين ئي سينگاريندا رهندا، جيئن اسين سندس سونهن جي تعريف ڪري سگهون. — **نسرين جوڻيجو**، حيدرآباد

■ آڪٽوبر جي سهڻي پڙهيم، سائين سهڻيءَ تي اياز جي بيت ڏاڍو متاثر ڪيو. ڏک جي چيت هانءَ ۾ وڍ وجهندي، روح ۾ ڏنبجي وئي. الا! شل سڀ سنڌي اياز جو سنيهو سمجهن ۽ مٿس عمل ڪن، پرين، اهو سياڳو سچ آوس اُپرڻو آهي. جڏهن سون سريکي سنڌو سُڪياڻي ٿيندي. انهيءَ سون ورن سُهائي کي هاڻ هزار راتين جي ڪارنهن بہ ڍڪي نٿي سگهي. سنڌڙيءَ جو ٻچو ٻچو سِرُ تري تي رکي، سنڌ کي، سنڌي ٻوليءَ کي، سنڌي تهذيب ۽ تمدن کي بچائڻ لاءِ ڳاڙها اجرڪن جا ڪفن ساڻ کڻي نڪتو آهي. انهيءَ نئين رت جي وهڪ کي، هاڻ پراڻو ڪوڙهو خون روڪي نٿو سگهي. تو ايڊيٽوريل ۾ 'سهڻيءَ تي پابندي' وجهڻ جو ذڪر ڪري، رت ٽهڪائي ڇڏيو آهي. پيارا طارق، جي حڪومت سهڻي تي پابندي وڌي تہ ڪيس اهڙي قوم سان مقابلو ڪرڻو پوندو جيڪا دودي سوَري جي جانشين، دولهہ دريا خان جي وارث آهي. اسين سنڌي جتي بي انتها محبت ڪري ڄاڻون ٿا، اتي شديد نفرت بہ ڪري سگهون ٿا. جتي ڳرهاٽيون پائي محبتون ونڊي سگهون ٿا، اتي رائيفلن سان گوليون هلائي بہ ڄاڻون ٿا. اسين سڀ سنڌي حڪومت سنڌ کي اپيل ٿا ڪريون تہ سنڌ سان ظلم ختم ڪريو، سنڌ سان انصاف ڪريو، جي نہ تہ سنڌوءَ ۾ پاڻي بدران ويرين جو رت وهندو. اسان ماضيءَ ۾ ڏاڍيون عقوبتون سٺيون آهن. اسان برداشت جو ثبوت ڏنو آهي. پر اسانجي برداشت کي هميشه بزدلي سمجهيو ويو. هاڻ مصلحت بزدلي آهي. هاڻ اسان سان هٿ چُراند نہ ڪريو. سهڻيءَ ۾ پيو مواد بہ تمام سٺو آهي. شعر جي حصي ۾ اياز ۽ قمر ڪانپوءِ سحر بلوچ جو شعر وڻيم. مسعود جي قسطوار مضمون کي ڪتاب جي صورت ڏيو تہ بهتر ٿيندو. ڇو جو ٤- مارچ اسانجو قومي ڏينهن آهي. انهيءَ ڏينهن تي سنڌڙيءَ جي سرويچن، جيجل کي رت جي پهرئين پيٽ ڏني هئي. اهي سورهيہ آمر آهن ۽ رهندي جڳ تائين امر رهندا.

— **عاجز آچڻ**، پيرو مل، سانگهڙ

■ مان توهانجي سهڻي پرهندي آهيان. اوهانکي جس هجي جو اهڙي مخزن ڪڍيو ٿا. اوهانجا خيال پڙهي مون جهڙي هندو ڇوڪريءَ جا

۽ جذبات اٿن ٿا. ڏٺي ڪري اوهان سنڌ جي ستل ماڻهن کي اجا ۽ سجاڳ ڪيو. ڏٺي توهانکي اجا ۽ وڌيڪ همت ڏي. آڪٽوبر جي سهڻيءَ ۾ توهان اسانجي شهر بابت جيڪي لکيو آهي، تنهن اسانجي دل ۾ وري اميد جي شمع روشن ڪئي آهي، نه ته اسين ڏاڍا آٻاڻڪا ٿي ويا هئاسين. هن پرچي ۾ فهميده ميمڻ جي ڪهاڻي ڏاڍي وڻي. هن پيڻ جون ٻيون ڪهاڻيون ۽ ڇاپيو. غلام نبي مغل جي ڪهاڻي تمام بهترين آهي. اسانجي پاسي جي ماڻهن جي سچي عڪاسي ڪئي آهي. مونکي غلام نبي مغل جي لکڻي اڳ ئي گهڻي پسند آهي، پر ڪيس ڇٿو ته اوگهڙ نه ڪري. گهونگهٽ ۾ ئي رهي، جيئن هن ڪهاڻي ۾ بهار جي مند رهي. پانيان ٿي آهي ڪو ستايل! مسعود نوراني جي آپ بيتي، ادل ڏاڍو ڏکويو آهي. آخر ۾ وري اوهانکي واڌايون ڏيان ٿي. اسان هيٺن جي مڙيئي سار لهندا ڪريو.

— **ڪملا چبلاڻي**، ڪنڊ ڪوٽ

■ توهان لکيو آهي ته 'سهڻيءَ' تي پابندي پوندي. اهو سنڌين سان واقعي ظلم آهي. جيڪو ۽ رسالو سنڌين کي سجاڳ ڪري ٿو. وقت جي حڪومت ان تي پابندي وجهيو ڇڏي. سهڻي واقعي هڪ تحريڪ آهي، جيڪا بند ٿي ته سمجهڻ گهرجي ته سنڌي تحريڪ ختم ٿي ويئي. شل پڳوان انکي ظلم کان بچائيندو.

— **ڪيلداس**، ڏهرڪي

■ جنهن عزم، ولولي، جوش ۽ جذبي سان سهڻي کي سنوارين پيو، سنڌ جي انقلابي تاريخ تو کي سرويچن ۾ جڳهه ڏيندي، پر هاڻي نه، ڇالاءِ جو اسانجي قوم مرده پرست آهي. تو کان پوءِ تولئه رئندي، في الحال تو کي روئاڙيندي، پوءِ تو کي عظيم چوندي. جيڪڏهن تو تي ڪو مقبرو نه اڏائي سگهي ته گهٽ ۾ گهٽ تنهنجون ورسيون ضرور ملهائيندي. تون آمر جليل، شيخ اياز ۽ پتائي وانگر امر آهين. هيءَ اٽل حقيقت آهي ته سهڻي هڪ رسالو ڪونه آهي، پر هڪ مڪمل تحريڪ آهي. سنڌ جي عظيم تحريڪ، جيڪا اسانجي ايندڙ نسل جي مستقبل جي روشن تاريخ آهي. آڪٽوبر جي ايڊيٽوريل ۾ تو هڪ اهڙي ڳالهه جو اهڃاڻ ڏنو آهي، جيڪو پاڻ سان حقيقت رکي ٿو. توهانجي چوڻ

مطابق سهڻيءَ تي پابندي وڌي پئي وڃي. جيئن 'روح رهاڻ' تي پابندي وجهڻ وقت ڪنهن سنڌي ڪونه ڪڇيو، تيئن هنجي بند ٿيڻ تي به ڪنهنکي جهوڪو نه ايندو. پر منهنجا ادا، اهو وقت ٻيو وقت هو. ان وقت اسانجا ذهن ڪچا هئا. اسانجون اکيون اڃا ننڊ ۾ هيون، اسانجا نيڻ ننڊا ڪڙا هئا، ورهين جا ستل پلا جاڳائڻ تي ڪٿ ٿا ايترو جهٽ پٽ هوش ۾ اچون. 'روح رهاڻ جا ٿورا' به ڪي ٿورا ڪين آهن، ان وقت اسان اڃا فقط اکيون کوليون هيون. پر سهڻيءَ اسانکي پورو پورو هوش ڏنو، اسان هاڻي هوشيار آهيون. سهڻي اسانکي اهڙي شڪتي ڏني آهي، جيڪا ڪڏهن به فنا ڪانه ٿي سگهندي. هونءَ Law of Enorgy آهي ته شڪتي ڪڏهن برباد ٿئي ڪري سگهجي. اسان هاڻي سجاڳ آهيون. اسان پنهنجا حق وٺڻ سکيا آهيون. سهڻي اسانجو آواز آهي، جيڪو اسانجو آواز دٻائيندو، اهي هٿ ڪپيا ويندا، اهي قلم ڪسيا ويندا. اسان هاڻي هٿيارن پنوهارن، نون ولولن جذبن سان اٿيا آهيون. نوان دودا، نوان دولهه. سهڻي رڳو تنهنجي هجي ها ته ٺهيو، پر سهڻي شاه جي، سهڻي سچل جي، حمل جي، اياز جي، تنهنجي منهنجي ۽ هر غيرتمند سنڌيءَ جي لڄ آهي، اسان پنهنجي لڄ جي عزت رکڻ ازل کان سکيل آهيون، تڏهن ئي ته اسان سنڌي آهيون. تون اڪيلو طارق بک هڙتال ڪونه ڪندين، تون اڪيلو جيل ڪونه ويندين، اسان سڀ طارق آهيون. ڇالاءِ جو 'تون' اسان مان آهين. تون اسانجو آهين. ان لاءِ جو سهڻيءَ کي سنوارين ٿو.

— عثمان بيگوون ميمڻ، دادو

■ آمر جليل جو پنهنجن پرستارن ڏانهن پيغام پڙهي خط لکڻ تي مجبور ٿي ويس. ٻاڻ چيو اٿائون ته: اسين ڪيس گهٽو ساهرائيون ٿا. جنهن لاءِ عرض آهي ته توهانجي شخصيت ئي ان قابل آهي. عزت پري ادي اياز جي آلاپ وانگر توهانجي سٽن ۾ به سدا مرهي سنڌ لاءِ سڪ سمايل هوندي آهي ۽ توهانجي اکرن مطابق واقعي ئي اوهان سنڌ لاءِ سنيها سنواريا آهن ۽ امڙ جي آن لاءِ اسانجي دل ۾ اُڌما پريا اٿو. سنڌ جي دشمنن لاءِ توهانجو آواز به اياز وارو آلاپ

آهي. پوءِ هينئرتوهين ئي چئو تہ اهڙي آواز تي ڪير نہ لبيڪ چوندو؟ اهڙي حق جو هوڪو ڏيندڙ لاءِ چو نہ اسانوٽ شوق جون شمعون ۽ محبت جا مچ ٻرن. توهانجي تنوار ئي اسان ۾ سڪ جي سُرڪي وڌي ۽ سنڌ لاءِ سِر ڏيڻ سيکاريو. توهان تي چا لکي چا لکان، اسان لاءِ ڏنل هيءُ سهڻيءَ جا چند صفحا ڪٿي تا توهانجي تعريف ڪرڻ لاءِ پورا پون. او ادا، تنهنجي عظمت کي منهنجو سلام . پُرامبد آهيان تہ ناچيز جو هيءُ نذرانہ عقيدت سهڻي معرفت توهان وٽ بہ ضرور پهچندو. ٻين پرچن وانگر سهڻيءَ جو هيءُ پرچو بہ پنهنجي عظمت جو پورو آئينہ دار هو. شعر ۽ مضمون پنهنجي جڳهہ تي تعريف جوڳا هئا. پيڻ فهميده ميمڻ جي ڪلادار ڪوشش ڪيرون لهٽيون. نجم عباسي، مسعود نوراني ۽ شمشيرالحيدري پنهنجو پاڻ ملهايو. هڪ گذارش تہ ٤- مارچ واري مضمون کي جي هڪ ڪتابي صورت ۾ آندو وڃي تہ ڏاڍو چڱو ٿيندو. هينئر بچيو آهي توهانجو ايڊيٽوريل. تہ ادا، توهين هن ٻوڙ ۾ سڀ کان اڳيان رهيا. توهانجو اٿاريندڙ آواز ساراهہ جا ڏُڪ ڀرڻ تي مجبور ڪري ٿو. واقعي توهان صحيح چيو آهي تہ اڳي وانگر هينئر بہ سنڌي چپ ٿي نہ ويهن. پر پاڻ، هينئر ڪافي سجاڳي اچي ويئي آهي ۽ 'سهندو ڪير مبار او يار، سنڌڙيءَ کي سِرُ ڪير نہ ڏيندو' وارو اصول ضرور جاري رهندو. هر سنڌي توهانجي آواز سان آواز ڏيندو. اها ئي اسانجي منزل آهي جو 'اي سنڌو توکي پيٽ ڏنا، ڪنهن ماڪ ڦُڙا ڪنهن لُڙڪ ڦُڙا، جن توکي پنهنجو خون ڏنو، سي سڀ کان پاڻ ملهائي ويا.'

— ڪنهيو لعل، شهداد ڪوٽ

■ آءٌ نہ اديب آهيان نہ مفڪر، نہ ليکڪ ۽ نہ وري ڪو ڪلاڪار، پر فقط هڪ سنڌي سماجهڙو. مون سنڌ جي عظيم ڌرتيءَ تي جنم ورتو ۽ سنڌڙيءَ جو پاڻي پي جوان ٿيس. جولاءِ - آگسٽ ٧٢ جي سهڻي مونکي ڪنهن دوست جي هٿان ملي. منهنجا تہ پڙهي وار اُڀا ٿي ويا آهن، تہ اسان سان ايڏي اڪرائي ٿي آهي . آءٌ جيئن تہ زبان جي بل پاس ٿيڻ کان اڳ گهڻا مهينا آمريڪا پهچي ويو آهيان، سو حقيقتن جو هن سهڻي پڙهڻ کانپوءِ اندازو لڳايو اٿم. تندي چام ۾ پائرن جي

خون جي هولي، مرحوم عبدالرزاق جي رت جي ميندي اڃا تازي آهي. مونسان مياميءَ ۾ چند اهڙا واقعا ٿيا آهن، جن تي مختصر روشني وجهڻ ضروري آهي. اسين منڊي ۾ وٽنڊز ٻولي ٻوليندڙ سهڻا من مهڻا پنج پکي هتي آهيون، سو منهنجي عادت آهي ته پنهنجو ڏسندس ته پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندس. هڪ دفعي مسلم شاگردن جي آمريڪا ۽ ڪئناڊا واري جماعت جي ميٽنگ هئي، سو آءٌ به ويس. ڪاروائي وغيره ختم ڪري عرب شاگرد پنهنجن سان عربيءَ، ايراني فارسيءَ ۾ ۽ مون پنهنجي زبان ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو، ته هڪ عقل جو انڌو جيڪو اڄ تائين سندس اصليت کان واقف ڪونهي، سو ٿو چوي ته: اها زبان هتي نه هلندي، پر هتي پاڪستاني زبان ڳالهاءِ. مون به چمات جهلي اهڙي هئي مانس، جو اڄ تائين ڪانو وانگر ويجهو نه ايندو آهي. ان ڏينهن کانوٺي اڄ تائين منهنجي خلاف محاذ کوليو ويو آهي ۽ ميٽنگن ۾ باقاعده ناسور وانگر آءٌ هنن لاءِ آهيان. زبان جو بل پاس ٿيو ته مونکي اڃا پوري خبر نه هئي ته بل جي صحيح حقيقت ڇا آهي، ته هنن چندن جي ٽولي رات جو ٻارهن لڳي آئي، چيومان: اوهانجي ڳالهه ٻڌم، هاڻ اوهانکي جواب هفتي اندر ڏيندس. وري به ڏينهن گذريا ته ٻي ٽولي آئي ته هي زبان جو بل واپس وٺو. مون چيو اوهين جي ايترا پاڻ ۾ هئو ته اسيمبليءَ ۾ سيٽون کڻو ها. پيغمبرن اردو ڪانه آندي، قرآن اڙدوءَ ۾ ڪونه آيو آهي. سو چپ چاپ هليا وڃو. هاڻ سچو وقت تاڪ اٿن ته ڪٿي ٿو مان وٺ ڏيان. سو رب جو حڪم آهي ته پاڻ پنهنجن ڪوتيل ڪڏن ۾ مرندا. ڪالهه رات هڪ نئون شاگرد پاڪستان مان آيو آهي، سو ان سان اتفاقي ملاقات ٿي ۽ تعارف ٿيڻ سان ڇتي ڪتي وارا چڪ وجهڻ شروع ڪيائين. چوڻ لڳو، آمريڪا جي ريڊ انڊين وانگر تو هان سنڌين جي ڇاتيءَ تي چڙهي راڄ ڪيو اٿئون ۽ ڪندا ايندا سين. مون چيومانس: ريڊ انڊين جي تاريخ ته پڙهه اڃا نئون ڇائو آهين آمريڪا ۾، هتي جي آزادي ڏسي پوءِ ڳالهائجان. 'پنهنجي طرفان'ءَ ڪهاڻين ۾ 'خواب جي منزل' تمام گهڻو پسند آئي، البت ڪٿي ڪٿي لڏي آهي. آغا سليم کي منهنجي طرفان مبارڪباد ڏيندا. موهن جو چوڻ

تہ سنڌ ڇا آهي نہ کہ محلاتون پر واهڻ ۽ حياتيءَ جي هر ڪاهڻ وارن جو ذڪر بلڪل نج سنڌ آهي. مونکي حڪومت تي افسوس آهي تہ اهي ريڊيا ۽ ٽيليويزن سچ بہ نٿا چئي سگهن. شيخ اياز جا شعر تہ آهن ئي آزاديءَ جو پيغام، آمر جليل جو 'مان پنڇان مان پرُان' پڙهڻ وينس تہ ماضيءَ جي هڪ جهلڪ لهرو ڪاڻو، اها ١٩٦٩ جي هڪ شام هئي ۽ آءٌ گهڻو ڪري روزانو سنڌ مسلم لا ڪاليج مان پڙهي مرحوم ناصر قريشي، جو اتي ڪلارڪ هو. ان سان پيلهہ سائيڪل تي چڙهي سنڌ اسٽار لاجنگ هاؤس ايندو هوس ۽ پنهنجي ننڍپڻ جي يار محمد ذڪريا قريشيءَ سان گڏ هرويرو صدر گهمڻ ويندا هئاسين. هفتي ۾ ورلي ڪو ڏينهن هجي جو آمر جليل سان ملاقات نہ ٿيندي هجي. گهڻو ڪري ماما پارسي اسڪول وٽ يا وڪٽوريا فرنيچر دُڪان جي ٻاهران هميشه آڏو پاڻ ڪندي، پوءِ اڳيان ويندا هئاسون. اڄ آمر جليل سامهون اچي ويو تہ اها شام بہ ياد آئي جو سائين گڏ حميد سنڌي يا پيو ڪو اديب گڏ هو، سو پاڻ تعارف ڪرايائين. مونکي شروع کان ڪراچيءَ ۾ رهڻ بعد سنڌيءَ ۾ بہ انگريزي ٺپڻ جي عادت، سو عادت کان مجبور ٿي سنڌي انگريزي گڏ ڳالهائي ويس تہ آمر جليل چيو: انصاري صاحب، هاڻ اوهان جلد انگريزستان وڃو نہ تہ پنهنجي ياري ختم. ادا، خط ۾ اچان بہ ڪجهہ لکڻو هئم، پر هتي وقت ملڻ بہ وڏي نعمت آهي. منهنجي طرفان سيني پيغمبر پاڻن کي مبارڪباد، جن پاڻ ملهايو ۽ منهنجن مرحوم پاڻرن شهيد عبدالرزاق سومري، تنبدي چام ۾ قربان ٿيل ادڙن، گهول صاحب جي شهيد عزيزن ۽ هرهڪ سنڌ تي حق ڏيندڙ خون جي هر هڪ ڦڙي کي مان عظمت جو سلام ٿو ڪريان تہ اهي ڦڙا ائين هاڻ نہ وَهندا ۽ انهنجو پاڪ رت اسانجي ترقي تي سون ٿي چڙهندو. حڪومت کان مطالبو ٿو ڪريان تہ انصاف ڪري، نہ تہ جنکي امين چوندي سگهونٿا تنکي ٽڏڻ سولو آهي.

نياز مند

— انصاري عبدالطيف، هالائي،

ميامي فلوريندا آمريڪا

■ پاڻو سهڻي ملي. انتظار ختم ٿيو. سرورق تان شاعر سنڌ محترم

شيخ اياز جو شعر پڙهي مون جيئن ئي پنهنجي طرفان .... پڙهڻ لاءِ ورق اٿلايو ته دل ڌڙڪي وئي، ڇو ته جملو ئي اهڙو دل ڏاريندڙ هو ته: سھڻي تي پابندي. بس ڪجھه نه پڇو ته دل کي ڇا ٿيو. ڇا سُٽلن کي جاڳائڻ ڏوھه آهي! سنڌين ڇا ڪيو آهي جو ايترا ظلم مٿن ڪيا وڃن ٿا! پاڻو ڪيئن ٻڌايان ته انهيءَ ڳالھه ڪيترو فڪر ڏنو آهي. فڪر ڪرڻ جي به ڳالھه آهي. جڏهن توهان جهڙن پاڙن جي هوندي به ڪن هنڌ ويل ٿين ٿا ته پوءِ خدا نه ڪري ته انهنجي زبان تي به مهر هنئي وڃي جيڪي پينرن، پاڻن ۽ امڙ سنڌ تيڪيل ظلمن بابت ڪجھه چونٿا، ته ڇا ٿيندو! پر نه، نه اسين ائين ٿيڻ هرگز نه ڏينداسين. هاڻي ته اسانجا پاڙ به گهڻي قدر سجاڳ آهن. اهي توهان جهڙن جوڌن ٿان انشاءالله سڀ ڪجھه قربان ڪندا. پاڻو، اگر خدانخواسته پاڙ اڳي جيان چپ چاپ رهيا ته اسانجون پينرون– ادي اختر بلوچ جيان ميدان ۾ ايندينون. پاڙ پينرن جي رَون ڏانهن وڌايل هٿ ڪپي ۽ بد نگاه سان ڏسندڙ اکيون ڪڍي سگهن ٿا ته اسين به پاڻن مٿان ظلم ٿيڻ نه ڏينداسين. هاڻ اسانکي توهان سنڌ سجاڳ پاڙن سان سات ڏيڻو آهي. اسانجون گهڻيون پينرون مجبور آهن، ورنه هو توهان سان گڏ پيرين پيادو هلن. ادي قمر شهباز جون تازه واين کي حقيقت بنائڻ گهرجي:

> جي جاڳ اسانجي واڳ وئي، پوءِ ڇا ٿيو جي آ پنڌ پري
> مان پيرين پيادي هلندي سانءَ.

بس ڇا ڪجي! خانداني رسم ۽ رواج ۾ جڪڙيل اسين ڪجھه ڪري ٿا سگهون. جيڪڏهن پيو نه ته اسان پاڙن جي همت وڌائي ضرور ٿا سگهون. اسانجي سيني پاڙنَ کي شال هوش ايندو. اسانکي هاڻ توهان جهڙن جوڌن تان پنهنجو سڀ ڪجھه قربان ڪرڻ گهرجي. ڍولڻ پاڻَ، توهانجي همت کي ڏسي اسانکي ناز ٿو ٿي. خدا نه ڪندو جو توهان اڪيلا جيل ويندوءِ. هر بلا کان شال محفوظ رهندؤ. اهي دعائون اسان پينرن جون توهان جهڙن جوڌن پاڻن لاءِ آهن جيڪڏهن خدانخواسته توهان جهڙن پاڻن تي ڪا ڪاروائي ٿي ته يقين رکو توهان اڪيلا سنڌ امڙ جي لاءِ مصيبتون نه سهندءُ. اسين به توهان سان گڏ هونداسين.

اسين بہ پنهنجي وس آهر ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪنداسين. پائو، سهڻي تہ اڪيئي خوب آهي. ويتر جو توهان زبردست ايڊيٽوريل لکو ٿا تہ بس ڇا چئجي! مونکي توهانجي قلم تي، توهانجي ذهن تي ۽ توهانجي بيباڪي تي گهڻو مان ٿيندو آهي. ’سنڌ سجاڳ‘ مخزن جو اعلان پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي آهي.

— **زرين فرحت اعوان**، لاڙڪاڻو.

■ ادا، توهانجي آڪٽوبر جي سهڻي پڙهيم. اهو پڙهي تمام گهڻو افسوس ٿيو، ۽ بيحد ڪاوڙ آئي، جو توهان هڪ اهڙي شخص جي جذبات کي ڇيهو رسايو آهي، جيڪو هڪ صديءَ کان هتي سنڌ جو رهاڪو آهي، جنهن هتي اچڻ کانپوءِ سنڌ ۾ پاڻکي پوريءَ طرح جذب ڪري ڇڏيو آهي، نہ فقط ايترو پر هن سنڌي ادب جي جيڪا خدمت ڪئي آهي، سو سنڌي ادب تي وڏو ۽ قابل تحسين احسان آهي ۽ اوهان هنکي ان خدمت جو هي اجورو ڏنو، جو توهان هنکي مهل تائين ’نوان سنڌي‘ سمجهو ٿا. توهانکي ڪهڙو حق آهي جو ان ماڻهوءَ کي توهان غير سنڌي يا نئون سنڌي سمجهو، جيڪو پاڻ خود انهيءَ ڳالهہ کي پسند نہ ٿو ڪري. هوءَ نٿي چاهي تہ ڪيس سنڌيءَ کانسواءِ ڪو ٻيو لقب ڏنو وڃي. توهان ضرور سمجهندا تہ مون الائجي ڪنهن ڏانهن اشارو ڪيو آهي. تہ ٻڌو، اها شخصيت آهي — مس شمشاد مرزا جي، جنهنجي سنڌي وائي توهان سهڻيءَ جي آڪٽوبر واري رسالي ۾ شايع ڪئي آهي. هائي توهان ٻڌايو تہ توهانجو ڇا خيال آهي، ڇا توهانکي ان متعلق ڪا راءِ قائم ڪرڻ گهربي هئي ۽ جيڪڏهن توهانکي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪرڻ ايترو ئي ضروري هو، تہ گهٽ ۾ گهٽ اهڙي راءِ قائم ڪريو ها، جنهن کان سندس جذبات متاثر نہ ٿين ها. توهانکي شايد خبر هجي، تہ هڪ شاعر جا جذبات ڪيترا نہ حساس ۽ نازڪ هوندا آهن. ان ڳالهہ جو نہ فقط مونکي افسوس آهي، پر جو بہ سنڌي، جيڪو ڪيس سڃاڻي ٿو، انکي پڻ ان ڳالهہ جو بي حد افسوس ٿيو آهي

— **زينت عباسي**، سکر

---

1972 Monthly SOHNI Hyderabad. Vol.3, No.12
REG. No. S-2860

# ماهوار سهڻيءَ جو ايندڙ پرچو

# خاص نمبر

هوندو

هي نمبر ٻن جدا جدا حصن ۾، ٻن الڳ الڳ ٽائيٽل سان هوندو.

پهرين حصي ۾: شيخ اياز، تنوير عباسي، امداد حسيني، قمر شهباز، فتاح ملڪ، سحر بلوچ، زيب پٺي، قيوم طراز، انور، مير محمد پيرزادو، پيربخش پياسي، منظور قريشي، الطاف، قاصر جمالي، نثار بزمي ۽ ٻين برک توڙي نون شاعرن جا شعر شامل هوندا.

آمر جليل، نسيم احمد کرل، قمر شهباز، غلام نبي مغل، الطاف شيخ، عبدالجبار جوڻيجو، جهان آرا سومرو، منظور ۽ آغا سليم جي ڪهاڻين کان علاوه ٻين برک توڙي نون ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون.

غلام گرامي، رسول بخش پليجو، غلام رباني ۽ سحر بلوچ جا مضمون، مختلف ڪتابن تي تبصرا، ادبي ۽ تنقيدي خط ۽ سياسي جائزو شامل هوندو.

ٻئي حصي ۾: عربي، چيني، انگريزي، فرانسسي، روسي، آمريڪي ۽ سنڌي ڪهاڻين کان علاوه دپ، تجسس، جاسوسي ۽ مهماتي ڪهاڻيون، انٽرويو، ديس ديس جا شعر، ڪارٽون ۽ لطيفا هوندا.

هر ڪهاڻيءَ تي اسڪيچ. آفسٽ تي ڇپيل پنجن رنگن ۾ سهڻو ٽائيٽل. هر حصي ۾ ۱۵۰ کان مٿي صفحا هوندا ۽ هر حصي جي قيمت ۲-۵۰ هوندي. پهريون حصو خريدارن کي سنڌن خريداريءَ ۾ موڪليو ۽ جيڪڏهن ڪين ٻي حصي جي ضرورت هجي ته تي رپيا مني آرڊر رستي اڳواٽ موڪلين.

سهڻيءَ جو هيءَ پرچو پنهنجو مٽ پاڻ هوندو
اڄ ئي آرڊر ڏئي پنهنجو پرچو محفوظ ڪرائي وٺو

C. 1972 Monthly **SOHNI** Hyderabad. Vol.3, No.12
REG. No. S–2860

# ماهوار سهڻيءَ جو ايندڙ پرچو

# خاص نمبر

هوندو

هي نمبر ٻن جدا جدا حصن ۾، ٻن الڳ الڳ ٽائيٽل سان هوندو.

پهرين حصي ۾: شيخ اياز، تنوير عباسي، امداد حسيني، قمر شهباز، فتاح ملڪ، سحر بلوچ، زيب پيٺي، قيوم طراز، انور، مير محمد پيرزادو، پيربخش پياسي، منظور قريشي، الطاف، قاصر جمالي، نثار بزمي ۽ ٻين برک توڙي نون شاعرن جا شعر شامل هوندا.

آمر جليل، نسيم احمد کرل، قمر شهباز، غلام نبي مغل، الطاف شيخ، عبدالجبار جوڻيجو، جهان آرا سومرو، منظور ۽ آغا سليم جي ڪهاڻين کان علاوه ٻين برک توڙي نون ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون.

غلام گرامي، رسول بخش پليجو، غلام رباني ۽ سحر بلوچ جا مضمون، مختلف ڪتابن تي تبصرا، ادبي ۽ تنقيدي خط ۽ سياسي جائزو شامل هوندو.

ٻئي حصي ۾: عربي، چيني، انگريزي، فرانسيسي، روسي، آمريڪي ۽ سنڌي ڪهاڻين کان علاوه دٻ، تجسس، جاسوسي ۽ مهماتي ڪهاڻيون، انٽرويو، ديس ديس جا شعر، ڪارٽون ۽ لطيفا هوندا.

هر ڪهاڻيءَ تي اسڪيچ. آفسٽ تي ڇهن پنجن رنگن ۾ سهڻو ٽائيٽل. هر حصي ۾ ۱۵۰ کان مٿي صفحا هوندا ۽ هر حصي جي قيمت ۲-۵۰ هوندي. پهريون حصو خريدارن کي سنڌن خريداريءَ ۾ موڪلبو ۽ جيڪڏهن ڪين ٻي حصي جي ضرورت هجي ته تي رپيا مني آرڊر رستي اڳواٽ موڪلين.

سهڻيءَ جو هيءُ پرچو پنهنجو 'مٽ' پاڻ هوندو
اڄ ئي آرڊر ڏئي پنهنجو پرچو محفوظ ڪرائي وٺو

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اھڙيءَ طرح پڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، پَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران کَنھن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.

- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)